# ننڊ وليون

(شاعري)

شيخ اياز



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.
1992ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر هڪ سؤ چاهٺ

| | |
|---|---|
| ڇپائيندڙ | نيو فيلڊس پبليڪيشنس<br>ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ. |
| ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ | ڪمپيوٽچ سسٽمس هيرآباد حيدرآباد سنڌ. |
| ٽائيٽل ڪيليگرافي | شاهد گل پيو |
| پهريون ايڊيشن | آڪٽوبر 1992ع |
| قيمت | -/55 رپيا |




---

NIND WALYOON (Poetry). Written by SHAIKH AYAZ. Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammed Hyderabad, Sindh. Pakistan. First Edition Ocotober 1992. Price Per Copy Rs. 55/-

## انتساب

اي موهن جي دڙي جي ڌرتي! جي
مان پيهر جنمدس ته وري تنهنجي
واريءَ ڏانهن موٽي ايندس.
مون کي ٻي ڌرتيءَ تي ننڊ
نه ايندي.

# مهاڳ

مان ۽ رباني جڏهن شڪوهيءَ ۽ شيلا وٽ رات جي مانيءَ
تي ايراني ڪلچرل سينٽر ۾ هوندا هئاسين ته پنهنجيءَ ڪيفيت
۾، اڌ رات جو گڏجي امير خسروءَ جو هيٺيون شعر گنگنائيندا
هُياسين:-

همه آهوانِ صحرا سَرِ خود نهاد برڪف
به اُميد- آن ڪه روزي بشڪار خواهي آمد

(ترجمو: رڻ جا سَبِ هَرڻ پنهنجا سِرَ ترِيءَ تي رکي آيا،
انهيءَ اُميد تي ته تون ڪڏهن نه ڪڏهن شڪار ڪرڻ ايندين)

مون تي جڏهن شاعريءَ جي ڪيفيت طَاري ٿيندي آهي
(اڳي مهينو ڪن ٿيندي هُئي ۽ هاڻي سال ڪان وڌيڪ وقت ٿي
ويو آهي ته اوڙڪون ڪري وسي رهي آهي). تڏهن ڪائنات
جو هر ذرو سِرُ تِريءَ تي ڪنيو بيٺو هوندو آهي ته مان تنهنجي
شڪار لاءِ آهيان. ڇا چنڊ، ڇا ستارا، ڇا ڪَتيون، ڇا هي اکٽ
سنسار، ڇا اُن جا وَن واس وارا ڦول، وليون ۽ هرٽيءَ جي اکين
واريون ۽ گهنگهور گهٽائن جهڙيون من- موهٽيون ناريون،
سڀئي پنهنجو پاڻ آڇي چوندا آهن ته اسان کي منظوم ڪر،
اسان جي حُسن کي پايندگي عطا ڪر، زندگيءَ ۾ موت کي
مسترد ڪري، اسان کي ان ازل ابد سان همڪنار ڪري ڇڏ

جو تُنهنجيءَ شاعريءَ ۾ چوليون هڻي رهيو آهي؛ تون جو موت کان مٿانهون آهين، اسان کي اُن امرتا مان ڇُڪي ڏي جا، اسان جي سونهن کي جم موت جي چڪر مان آزاد ڪري ڇڏي.

ان تي سوچيندي مون کي آندري بريتون جو هيٺيون سُوريئلي شعر ياد ايندو آهي.

* ڪَويءَ جو ٻڪ
پيارَ جي ٻڪ وانگر
جيستائين ٻڌيو رهندو آهي،
تيستائين هن سنسار جي ڏُکَ ۾
واپس وَرڻ نہ ڏيندو آهي.

ماضيءَ، حال، مستقبل جي ڌارا روڪجي ويندي آهي ۽ منجهر جي ڇَر تي ويندي آهي، جنهن تي مانگهہ جا تارا، مڇين وانگر نہ رڳو پاڻيءَ ۾ ٽُبڪندا آهن پر اُنهن آڙين جي اکين ۾ بہ تمڪندا آهن، جيڪي ڪنهن وقت سَرن ۾ ڪائي سَر سراهڻ ٻَڌي جاڳي پونديون آهن ۽ ڇَر تي مَست هوا مون کي پنهنجي آغوش ۾ وٺي چوندي آهي، 'هر ڪوئي توتي اَکن ڇَڪن آهي. اُنهن کي پنهنجي اَمرتا ڏي، اَمرتا جا تُنهنجي ٻولي اُن لفظ سان وراهي ٿي، جنهن "ڪُن" چئي هئي ۽ جو ڪجهہ بہ ڪونہ هو، اهو وجود ۾ آيو هو. نيستي هستيءَ ۾ قلي قولي هئي؛ تُنهنجي تخليق، جنهن جو تون خالق آهين، پنهنجي پاڻ ۾

* The poetic embrace like the carnal, while it endures
Forbids all lapse into the
miseries of the world
(Andre Breton)

اِهو اِسرار سَمائي ٿي جو تون بـ شعوري طرح نـ ٿو ڄاڻين!'

اٺين صديءَ جي مشهور هندستاني فلسفيءَ شنڪر آچاريا کان ڪنهن پُڇيو هيو "تون اسان کي هيءَ سِرشٽيءَ سمجهائي سگهندين؟" اِن تي شنڪر آچاريا چيو هو: "ڌرتي تان هي ٻڙ جو ٻج کَڻ! انهيءَ کي ڀڃي ڏس تـ اُن ۾ ڇا هي؟"

سوال ڪندڙ ٻج ڀڃي چيو هو تـ "اُن ۾ تـ ڪجهـ ڪونهي" تنهن تي شنڪر آچاريا چيو هو "ان 'ڪجهـ بـ نـ' مان هي سارو وڻ ۽ ان ۾ سڀ ڪجهـ پيدا ٿيو آهي".

انسان جو 'ڪجهـ بـ نـ' آهي، 'ڪجهـ بـ نـ' ۾ موتي وجي ٿو، پاڻ ۾ انهيءَ ٻج جو صلاحيتون ڪيئن سانڀي ٿو، جو اهو نـ رڳو سائي دار ٻڙ ٿئي ٿو پر اُن جي چوٽيءَ تي پوئين پَن مٿان هڪ نرم ۽ نفيس ڪيڙي وانگر هن ڪائنات جو مشاهدو ماڻي ٿو ۽ اُن ٻڙ ۾ جيڪي ڌرتيءَ کان ٻاهر آهي، ان حصي کان گهٽ اهم آهي جو ڌرتيءَ جي اندر آهي ۽ ان مان خورش حاصل ٿو ڪري ۽ اُن کي واڇوڙي ۾ جَهل ڏئي بيٺو آهي.

مون ان شاعريءَ ۾ فرائڊ واريءَ اندرئين حقيقت کي بـ ڏٺو آهي ۽ اُن سان گڏ آندري بريتون، لوئي آراگون، ترستان زارا (Tristan Tzara) جو نظم ۾ ٻاهرينءَ حقيقت سان هيگل جي فلسفي وانگر نياءُ بـ ڏٺو آهي، مون خود محسوس ڪيو آهي تـ ڪيئي شيون گڏجي مون کي چَون ٿيون "اسان کي پنهنجن ٽُنرن ۾ ٽڙڪڻ ڏي". مون ويهارو سالن جي هڪ عجيب و غريب عورت ڏٺي، جنهن کي هرٽيءَ جهڙيون اکيون هُيون، اهڙيون اکيون مون اڳي ڪٿي نـ ڏٺيون آهن. ڪُومَل، ملايم،

گهريون، موهڻيون، مقناطيسي اکيون، جن ۾ حرص و هوا جو
ٻارڻ ٻري رهيو هو، هُن کي پورا ناسي وار هُيا جي هُن جي
مُنهن تي ڇَرڪي رهيا هيا. اُن پنهنجين اکين سان اِلتجا ڪئي
”مون کي منظوم ڪر!“

مون ڪٿي پڙهيو آهي تہ پئرس ۾ اهڙو دؤر بہ هُيو جڏهن
دي اَنيونزو (D' Annunzio) جي پوڄا اهڙيءَ چوٽَ تي پهتل
هئي، جو هُن جي دور جون ڪيتريون ئي خوبصورت عورتون
هُن سان عشق ڪرڻ لڳيون هيون. اُن وقت هن پنهنجي هر
لاڏلي ۽ گهٽگهري جي ويس کي جرڪائي ڇڏيو هيو. انهن مان
هر هِڪ فاني بَني بشر کان مٿي تي لڳي، جڻ عجيب و غريب
تجلي جي گهيراوَ ۾ هئي، جڻ وچ ۾ ڪائي زيتونن سان ڀرپور
تاري لڳي رهي هئي. جڏهن شاعر جو پُور پورو ٿيو، تڏهن
تجلي گم ٿي وئي ۽ عورت ساڌارڻ مٽيءَ جي مورتي نظر آئي،
جنهن پاڻَ بہ نہ ٿي ڄاتو تہ هن کي ڇا ٿي ويو هو، پر هُن کي
معلوم هو تہ هُن جا پير ڌرتيءَ تي وري کُتا آهن. اها ڪيفيت
ٻنائيءَ يا منهنجيءَ شاعريءَ ۾ نہ آهي. ڪُنن جا ڪڙڪا ۽ وڄ
جا ڪڙڪات ٿي رهيا آهن. ٻيلو ٻَڃي پيو آهي، سُهڻي چَنڊ جي
روشنيءَ ۾ اڪي وانگر سهڻي آهي ۽ درياهہ ائن ڦيراٽيون ڪائي
رهيو آهي، جيئن مستانا پيرن جا زنجير گهليندا آهن. نہ مون
سهڻيءَ کي ٻوڙيو آهي، نہ ٻنائيءَ ٻوڙيو آهي. جيئَن ٻنائي جي
ُمنڌ مهراڻ کي ٻوڙيو آهي، اِئين مُنهنجي سُهڻي تا اَبد لهرين ۾
لُڙهندي رهندي ۽ ٻُڏي نہ ٻڏندي، مون شاعريءَ کان دم-
عيسيٰ ۽ يد- بيضا وارو ڪم ورتو آهي ۽ جڏهن شعر لکيو آهي
تڏهن ماضي، حال ۽ مستقبل ساهہ کڻڻ ڇڏي ڏنو آهي تہ

جيئن منهنجيءَ تخليق ۾ مُخل نہ ٿين.

ان ريت نہ فقط خوبصورت عورتون پر آرٽ جا ڪيئي شهپارا مُنهنجي تحت الشعور ۾ رهيا آهن، جنهن وقت مون شعر لکيو آهي. (هونءَ بہ خدا جميل آهي ۽ يحب الجمال آهي. هر خوبصورت شيءَ هُن پنهنجي خاص تُوجَه سان ٺاهي آهي). هِن وقت جڏهن مان بستري داخل آهيان، مون کي ريمبرانٽ (Rembradnt) جي تصوير پول گهڙي سوار (Polish rider) ڪيئي ڪَهاڻيون ٻُڌائي رهي آهي. ان تصوير ۾ رومان آهي، تنهائيءَ جو شدت سان احساس آهي، اِهو خطرو بہ نظر اچي رهيو آهي جو جنگ ۾ ڪنهن بہ سپاهيءَ کي پيش اچي سگهي ٿو. آس پاس کنڊر آهن ۽ گهوڙي جي مُنهنَ توڙي گهوڙي جي ٽاٽيل ناسن مان اُن جي ٿاڪوڙ پڌري آهي. اِن هوندي بہ سوار بي ڀَئو آهي ۽ سِرَ جو خيال لاهي وڃي رهيو آهي. ممڪن آهن تہ جنهن انڌيري مان هن کي ويڙهو آهي، اُهوئي موت جو انڌيرو ثابت ٿئي. اها تصوير منهنجي اکين ۾ آهي، جڏهن نرس اچي مون کي پٺيڊرن جي انجيڪشن هڻي ٿي ۽ ٿوري دير ۾ مون تي بيهوشي طاري ٿي وڃي ٿي.

جيئين ئي زندگيءَ جي اختتام جو احساس مون ۾ وڌي ويو آهي اُئين مون پنهنجي نثر ۽ نظم کي تيز تر ڪري ڇڏيو آهي ۽ بقول علامہ اقبال:

هستم اگرمي رَوَم، گر نہ رَوَم نيستم

(آهيان جي هلان ٿو ۽ جي نہ ٿو هلان تہ نہ آهيان)

مون اڳ ۾ ئي چيو آهي تہ هيگل ٻاهرينءَ حقيقت تي زور ڏيندو هو پر مون هينئر ٻاهرين حقيقت ۽ اندرين حقيقت کي

ائين پيش ڪيو آهي، جو اهو اندازو لڳائڻ مشڪل آهي تہ اوليت ڪنهن کي آهي. پاهرين حقيقت جا بہ مُنهنجيءَ شاعريءَ تي ڪافي پاڇاوان آهن. مون قَدر ڪڏهن بہ اِضافي (Relative) نہ سمجهيا آهن، جيئن اشتراڪي دانشور ڪرسٽافر ڪاڊويل (جو اسپين جي جنگِ آزادي ۾ ماريو ويو هو) پنهنجن ٻن ڪتابن مرندڙ ثقافت جو مطالعو (Studies in dying culture) ۽ 'مرندڙ ثقافت جو وڌيڪ مطالعو' (Further Studies in dying culture) ۾ ڏيکاريو آهي ۽ اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ محبت، دوستي، وفاداري، غيرت، شرافت، عزّت نفس وغيره جاگيرداري دؤر جا قدر آهن. مون هميشه اهي قدر مستقل (Absolute Values) سمجهيا آهن. سونهن جو تصور، جو مون هن ڪتاب ۾ ڏنو آهي، اهو بہ ڪراسٽافر ڪاڊويل جي تصور کان مختلف آهي، جنهن جا قدر مان بلڪل مسترد ڪيان ٿو ۽ اُنهن جي مادي تاويل کي ڪميونزم جي تباهيءَ جو ڪارڻ ۽ اُن ۾ ابليس صفت انسانن جي موجودگيءَ ۽ نمايندہ حيثيت جو سبب سمجهان ٿو، جنهن ڪري يو- ايس- ايس- آر ختم ٿي وئي.

تائوءَ (Tao) جي هڪ پُراڻي چوٽي آهي تہ ڪنهن بزرگ ننڊ ۾ خواب ڏٺو هو تہ هُو پوپٽ آهي. جڏهن هن کي ننڊ مان جاڳ ٿي تي ان ڳالهہ تي اچرج ڪاڏائين تہ خواب ڪير ڏسي رهيو هو! ائين تہ نہ هو تہ هو پوپٽ هو ۽ تصوّر ۾ ڏسي رهيو هو تہ هُو فلسفي هو؟

بيماريءَ ۾ بہ منهنجو من پوپٽ وانگر قلوازيون ڦرندو

رهيو هو؛ نہ رڳو من- موھڻا ماڻھو اکين اڳيان ڦرندا ها پر اهي صحبتون، اُهي سير، اُهي سفر، اُهي گل، ٻوٽا، وَليون، واهہ، رستا، رَميل راتيون، جَميل ڪچهريون، اهي چهرا جي تاريخ جي طوفان ۾ اخبار جي پنن وانگر اُڏامي ويا، اهي پيار جي سياست جي ستم ظريفيءَ جي باوجود زندهہ رهيا ۽ ائين ٽِڙي پيا جيئن برسات ۾ ٽَرُ ٽِڙي پوندو آهي ۽ جڏهن مورُ رقص ڪندو آهي، تڏهن ڪڪر اُن کي جُهڪي داد ڏيندا آهي ۽ شفق انهن ڏانهن اشرفيون اُڇليندي آهي. اهي سڀ ياد اچي رهيا ها. مُنهنجو بيماريءَ جو بسترو تہ نہ هو اُمراءُ جان اَدا جو مُجرو هو ۽ نيم خوابيءَ ۾ هر ڊاڪٽر مرزا رُسوا وانگر نظر اچي رهيو هو. ڪيئي يادگيريون سانوڻ جي گهنگهور گهٽائن وانگر چانئجي ويون هُيون. پنهنجو ننڍپڻ ياد اچي رهيو هو. شڪارپور جا باغ، ٻڌرا ۽ لوڙها، کوهہ ۽ کُهاڏا، هُرلا ۽ نار، واهہ ۽ ڪَڙيا، ڪَنواٽيون ۽ پاڃاريون، وڻندڙ اوڀڙ ۽ ٻارا، انهن ۾ وڃاڻل واهہ جي مٽي، قَلم ۽ اوڌ، ڪُونڊيون ۽ ٺيڪون، ڪوڏريون ۽ چنجوُر، رَنبا ۽ ڏانداريون..... ڇا ڇا نہ پئي ياد آيو...! هو سوڀت، جن کي مان احتياط سان ڪٽندو هوس تہ جيئن اهي پوپٽ ٿي اُڏري وڃن ۽ ايئن ئي انهن جا ڪچا پَر پٽجي نہ پون ۽ هو ٻوساٽجي نہ مرن (جا ڳالهہ مون کي اڪثر پيار جي معاملي ۾ ياد ايندي آهي) هو ماڪوڙين ۽ ڪولِين جا پَرَ جن تي مان لَت ڪڏهن بہ نہ ڏيندو هوس، هو ڳاڙهين ٽَنڊڻيون جي تازا ساوا پن کائي ويندڙيون هُيون، جيئن ڳڀرو الهڙ جوانيءَ ۾ عشق ڪندا آهن، هو ڏيڏريون جن کي ڇيڀاٽڻ گناهہ سمجهيو ويندو هو، توڙي هُو ٽَر ٽَر گهڻي ڪنديون

هيون، هوءَ وٽن جي ڇانگَ جا موت وانگر با معنيٰ هئي تہ جيئن نوان گؤنچ ڦٽي سگهن ۽ انهن جي اُوسر ۽ والار لاءِ جاءِ بچي سگهي، هُو باغن ۾ تورين ۽ ڪريلن جو وليون جن جا ڏرتيءَ تي اچا ۽ پيلا گل، ٻارن جي چمين وانگر پکڙيل هوندا ها! هو پيٽائي جو تمثيلي اطلاع 'سوئا، پالڪ چوُڪا' جو هاٺي مونکي بار بار ياد اچي رهيو آهي. 'پلڪ ستين تہ چُڪِي وئين' ۽ مان جنهن وقت ننڍ جي گورِي وٺندو آهيان تنهن وقت خدا کي چوندو آهيان تہ 'يا خدا، تو وٽ پنهنجي زندگي رات جو امانت رکان ٿو ۽ صبح جو توکان موٽائي وٺندس'. جڏهن صبح جو ننڍ مان اُٿندو آهيان تہ خدا جو شڪر ڪري چوَندو آهيان تہ 'تو مون کي هڪ ٻيو ڀہ ڏينهن ڏنو'؛ جڏهن سڄ جي تيک ۾ سورج مُکيءَ جا گل ٽِڙندا تڏهن ممڪن آهي تہ سورج مکيءَ جا کيت ڏسي دنيا ۾ هڪ ٻيو ڀہ وان گوگ پيدا ٿي پوي! آخر دنيا هڪ ٿي تہ وان گوگ پيدا ڪيو آهي، جنهن آرٽ کي پنهنجو جيوَن اَرپن ڪيو، جنهن جا پيلا رنگ ڏسي ماٺهو ائين چوڻ کان نہ رهندا ها تہ خدا کي جي ڪوئي رنگ هجي ها تہ اُهو پيلو هجي ها. پيلو رنگ معصوميت جي نشاني آهي ۽ منهنجو پسنديده رنگ آهي. معصوميت معصيت جو ضد آهي ۽ خدا پنهي کان مٿي آهي ۽ اُن جو ڪو رنگ ٿي نہ ٿو سگهي. 'بي رنگيءَ رنگ بنايا اِيَ' شايد سچل سرمست جي سِٽَ آهي. (سچل کي خبر نہ هئي تہ سندس نالو اِضافي آهي ڇو تہ سرمست سڀ سچل ٿيندا آهن. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ سڀ سچل سرمست نہ ٿيندا آهن).

سو مون چيو ٿي تہ بيماريءَ ۾ مون کي ڪيئي گل ڀہ ياد

اچي رهيا ها، جن جي وچ ۾ مون زندگي گذاري هُئي ۽ مان چئي نٿو سگهان تہ بهشت جي باغ ۾ ايترا گل هوندا يا نہ! انهن گلن ۾ هڪڙو گل رابيل جو هو ۽ فرشتا هوندا تہ اُنهن جا ڳِل اُنهيءَ گل جهڙا هوندا (تڏهن تہ امير خسرو پنهنجي فارسي شاعريءَ ۾ نئي جي موتئي جو ذڪر ڪيو آهي)، ۽ هوءَ جا رابيل جهڙي هوندي هئي ۽ اجا تائين منهنجي من ۾ ڪڏهن بہ نہ مُرجهائي آهي! هو رابيل جهڙا قرني جا گل جن سان شاهي باغ جهنجهيو پيو هوندو هو ۽ جن جي تيز خوشبو انهن محبوبائن جي شوخي ياد ڏياريندي هئي، جي پيار جي اظهار کان وَنءُ ويندي هيون. مون ننڍپڻ ۾ ڪيئي شرم ٻوٽيون ڏٺيون. جيستائين هڪ سورجُ مکيءَ سان ملاقات ٿي، جنهن پيار جي تاوَ ۾ پنهنجو پتيون کولي ڇڏيون هيون. هُو شاهي باغ ۾ جُهڙالا ڏينهن ۽ چانڊوڪيون راتيون، هو غالب جي فارسي غزلن وانگر رنگا رنگ گلاب، دائودي، نازبو، زنگي، چنبيلي، مُگرا، چمڪٽيءَ جا پيلا ڇُڳا، جيءَ ۾ پيهي ويندڙ جَرينيم، گل عباسي، گل اشرفي، هو واگٽائي، ڪاري، لال تُلسي ۽ رام تُلسي جنهن کي هندو پوڄيندا ها ۽ مون هڪ هندوءَ ڇوڪريءَ کي چيو هو 'هائو، تون تُلسيءَ جي ٻوٽي وانگر پَوتر آهين پر توکي بہ جي پاڻي نہ ملندو تہ مرجهائجي ويندينءَ'.

پيا بہ ڪيترائي گل ٿيندا ها شاهي باغ ۾، ۽ هو توت، انب، زيتون، انجير جن تي هيڙها ۽ طوطا اَڏامي ايندا ها، هو بيگاري ۾ ٿُبڙڪا ڏيندڙ مَڇيون- اُهي سيئي مون کي چوندا ها 'ائين نہ وڃ، اسان کي پنهنجي شاعريءَ ۾ اَمر ڪري وَڃ!' مان

چئين بجي صبح جو باغ ۾ ويندو هوس، جڏهن چنڊ رستي تي شوالي جي ڪَلس تي بيٺو هوندو هو ۽ نيرن وقت موٽي ايندو هوس. وري باغ ۾ موڪل جي ڏينهن ڪتاب کڻي ويندو هوس ۽ سڄو ڏينهن اُتي گذاريندو هوس ۽ اُتي ئي مون شاهہ، سچل ۽ سامي پڙهيو ۽ انهن جا بيت، ڪافيون ۽ سلوڪ رابيل ۽ قرني جي خوشبوءِ سان واسجي ويا.

رِلڪي چيو هو تہ هڪ مشاهدي کي شعر جي سٽ ٿيڻ لاءِ ڪڏهن چاليهارو سال لڳي وڃن ٿا. مان جڏهن بيمار هوس تہ اسپتال جي ڪمري ۾ هوندي بہ چڻ هڪ وڏي باغ ۾ هوندو هوس ۽ جڏهن ڪوئي دوست گل شبو تحفي طور موڪليندو هو، تڏهن چڻ ڪنهن بهشت جي شاهي دروازي جو ڪلف ڪولي چڏيندو هو. مون کي پَڪ هئي تہ موت مون کي ماري خساري ۾ ويندو ڇو تہ اُنهيءَ تجوڙيءَ جو ڪُنجيون تہ هُو مون کان ڪسي نہ ٿو سگهي جنهن ۾ مون وٽ اُهي هيِرا آهن، جي سومنات جي هيِرَن کي بہ مات ڏئي سگهن ٿا. جي غزنيءَ ڪِجي ويا ها. هو اُهي سرءُ ۽ سيارا، بسنت ۽ اونهارا ڪداچت وڃائڻ نہ چاهيندو جي مون من ۾ سانيپي رکيا آهن ۽ ان انتظار ۾ آهن تہ ڪڏهن ٿا اسان ڪويتا جو روپ وٺون!

اِهي سب جاڳ- سپنا مُنهنجي من ۾ هڪ سرئيلسٽ شاعر وانگر ايندا ها. سرئيلسٽ شاعرن شاعريءَ جي شروعات فرانس ۾ ڪئي هئي ۽ جي قبل از وقت ختم ٿي ويا، ڇو تہ اُهي فرائڊ ۽ هيگل جا مداح ها. جي ٻئي جرمنيءَ جا ها ۽ فرانس جون جرمنيءَ سان جنگيون ڇڙي پيو هُيون ۽ هنن جو آرٽ تعصب جي زد ۾ اچي ويو هو ۽ اُها تحريڪ گهٽو وقت هلي نہ سگهي

هئي، نہ تہ اپالو نيئر ئي 'هڪ رانجهو لکان دا مٽ' هو، آندري بريتون تہ اجا ٻي انمول شيءِ هو.

شايد قدرت چاهيو ٿي تہ مان پنهنجي زندگيءَ تي سارو وقت سوچي سگهان ۽ ان ڪري مون کي بستري داخل ڪيائين، جو تہ مان بہ تہ غالب وانگر چوندو رهندو آهيان:-

فکر دنيا مين سَر کهپاتا مين

مين کهان اور يہ وبال کهان!

منهنجي هن ڪتاب ۾ حقيقت نگاري بہ آهي ۽ سرئيلزم بہ آهي. مان ڀانيان ٿو تہ سرئيلزم سئلويډار ڊاليءَ جي موت سان گڏ ڪجهہ سال اڳ مُئي نہ آهي ۽ دنيا ۾ وري ڪنهن وقت اُڀري ايندي ۽ خواب ۽ حقيقت هڪ اِڪائيءَ وانگر ٿي ويندو.

حقيقت مري ويندي آهي، خواب نہ مرندا آهن. خواب فقط ٿوري وقت لاءِ وسري ويندا آهن. ڪنهن وقت اُهي خواب- پريشان وانگر ٽُٽي مونجهاريءَ ۾ ڇڏي ويندا آهن، پر شاعري جنهنجو بنياد خواب آهن، اَمر هوندي آهي ۽ اُن کي ڪوئي زلزلو ڊاهي نہ سگهندو آهي.

مون بيماريءَ ۾، ڊاڪٽرن جي مشوري خلاف شاعريءَ جا ٽي جلد (اٽڪل پنڌرنهن سَوَ صفحا) 'ڪتين ڪَرَ موڙيا جڏهن' جي نالي سان، ہہ جِلد 'سورج مکيءَ سانجهہ' (اٽڪل ڇهہ سو صفحا) جي نالي سان ۽ نثري شاعريءَ جا ڇهہ جلد 'سر لوهيڙا ڳِپيا' جي نالي سان (اٽڪل ١۴٠٠ صفحا) لکيا ۽ هي ڪتاب 'ننڊ وليون' بہ لکيو . مون موت کي چيو تہ 'ترس! مون تي ڪيترين ئي محبتن جو قرض آهي، ڪيترن ئي ڳُلن، ڳچين ۽ ڇَپن جو قرض آهي جي مون چُميا ها ۽ جن وَرائي مون کي

چمبيو هو، انهن ڏکهن وارن جو قرض آهي جي مون لَسايا ها ۽ جي ڳراٽين پائيندي منهنجن ڪُلهن تي ڪِريا ها. انهن راتين ۽ اُنهن ٻاکن جو قرض آهي جي منهنجي ٻڪ ۾ گذريون هُيون. مون ڪي اهو قرض لاهڻ ڏي! انهن سيني ڪي شاعريءَ، ۾ زنده جاويد ڪرڻ ڏي! مان هي دنيا هڪ مفرور قرضيءَ جي حيثيت ۾ ڇڏڻ نہ ٿو چاهيان' ۽ پوءِ هن مون ڪي مهلت ڏني آهي، منهنجيءَ مرضيءَ موجب مهلت ڏني آهي. اجا تہ منهنجي اندر جي مانسرووَر مان ڪيئي نديون ڦٽيون آهن ۽ ڳڙگات ڪري وَهٽيون آهن. ڏسجي تہ موت ڪيترو وقت انتظار ٿو ڪري! متان مان هُن ڪان وِسري وڃان!!

هي ڪتاب ڏسي جيڪڏهن ڪو اشتراڪي آدرشي پنهنجي نَڪ ڪي موڙو ڏِئي تہ مان هن ڪي پڪاسو جي زندگيءَ مان هڪ واقعو ٻڌائيندس:-

هَڪ ڀيري ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ڪانگريس ڪيترائِي اهم ماڻهو، پِڪاسو سوڌا * وارسا ۾ گهرايا هئا. پول گهٽو ڪري فراخدل ۽ خودمختيار رهيا ها (هاڻي تہ ماسڪو جي غلاميءَ مان آزاد ٿي چُڪا آهن ۽ اُتي ليڪ وليسا جي ساليڊارٽيءَ جي حڪومت آهي) ۽ اُنهن ڪي اهو خواب خيال بہ نہ هُيو تہ اُتي ڪوئي پڪاسو جي مصوّريءَ تي سياسي تنقيد ڪندو. مانيءَ جي خاتمي تي، جڏهن شراب جا جام پيتا وَيا، تڏهن سوويت يونين جي عيوضين مان هڪ اُٺي بيهو ۽ چيائين تہ هو اهو ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو هو تہ پڪاسو بہ ڪانگريس ۾ آيو هو پر ان ڪانپوءِ چيائين تہ 'اها افسوس جي ڳالهہ آهي تہ

* وارسا: پولنڊ جي گادي.

پڪاسو جي مصوّري تخريبي آهي ۽ هو مغرب جي بدترين بورجوا ڪلچر جو نمائيندو آهي'. هن پڪاسو جي مصوّري کي اِمپريشنسٽ- سَرئيلسٽ (Impressionist- Surrealist) مُصوّري ڪوٺيو. جڏهن هو ويهي رهيو ته پڪاسو اُٿي بيٺو ۽ هُن کي چيائين: 'مون کي اهو نہ ٿو وڻي تہ ڪوئي پارٽيءَ جو وَهُو ڍڳو (Party hack) مُنهنجي باري ۾ اِئين ڳالهائي. بهرصورت مونکي اِمپريشنسٽ- سَرِئيلسٽ مصوّر چوڻ ايترو اثرائتو ڪونہ آهي؛ جيڪڏهن هُن کي منهنجي توهين ئي ڪرڻي آهي تہ هو درست اصطلاح ڪم آڻي ۽ ڪيوبزم (Cubism) جي باني هجڻ جو الزام مون تي ڌري'. پڪاسو وڌيڪ چيو تہ مون کي "جرمنيءَ ۽ فرانس ۾ نازين اِهو چئي نِنديو هيو تہ مان يهودي- مارڪسٽ (Judaeo- Marxist) مصوّر آهيان ۽ اهڙي قسم جي گفتگو تاريخ جي بُري دؤر ۾ ٿيندي آهي ۽ اهي ماڻهو ڪندا آهن جي تيچ هوندا آهن....." اِن تي ڪانگريس ۾ آيل عيوضي جوش ۾ اَچي ويا ۽ هيڏانهن هوڏانهن جا اعتراض ٿيا. پولَن سيني کي ٿڌو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ چيو تہ 'شايد پڪاسو جون ڪجهہ تصويرون تخريبي هُيون پر روسين کي هُنَ جي مهمان جي توهين ڪرڻ جو حق نہ هيو."

اِهي روسي بيوروڪريٽ جي آرٽ جي باري ۾ نِرا ڍڳا هُيا. انهن کان تہ گوئرنگ هزار ڀيرا چڱو هيو، جنهن يورپ مان ڦُر ۾ هَٿ آيل آرٽ پنهنجي قبضي ڪيو هو ۽ ان کي جِند جان کان وڌيڪ پيارو ڀائيندو هو.

اڄ ڪلهہ ماسڪو ۾ اُهي گدام کوليا ويا آهن، جتي آرٽ جا شهپارا، جي بورجوا ۽ تخريبي چئي هڪبئي مٿان سَٽيا ويا ها

۾ گدامَن ۾ تالي چاٻيءَ هيٺ رکيا ويا ها. ساڳيءَ ريت منهنجن ڪتابن تي اسلام آباد جي بيوروڪرسيءَ بندش وڌي هئي، جا ڪُند فهميءَ ۾ ادب کان اڻ ڄاڻائيءَ ڪري وڌي وئي هئي. هتان جا فاشسٽ حاڪم ته گوئرنگ ۾ ڪائونٽ ڪِيانو جهڙا ماڻهو به پيدا نه ڪري سگهيا آهن!

مون کي معلوم آهي ته قطب مينار جيڏو ٿيڻ چڱو نه آهي ۽ ايتري قدآور شخصيت کي فقط سرمد جهڙو ماڻهو سمجهي سگهيو ٿي ۽ اُها سمجهه هر انهيءَ شخص ۾ نه هئي جو دهليءَ ۾ جامع مسجد جي ڏاڪي تي سُمهندو هو. فن جي پَرک ۾ اورنگزيب ۽ مُلا قوي، ٻئي نااهل ها ۽ جي تلوار سرمد جي هٿ ۾ هجي ها ته هوُ اهو چئي ٻنهي جي جان بخشي ڇڏي ها ته 'اوهان تيِچ آهيو، اوهان منهنجي تلوار جي ڌڪ جي لائق نه آهيو.'

ٽن سالن کان مٿي عرصو ٿيو آهي ته مان ڪراچيءَ ۾ رهان ٿو، جا ڪنهن وقت سنڌ جي دل هئي ۽ هن وقت اُن جو مفلوج عضوو آهي. هاڻ سنڌ جا هنومان ۽ اُنهن جي سِياسِي باندر سئنا هِتي رهي ٿي ۽ هِتي وڏا بنگلا ٺهرايا اَٿائون ۽ اُهي سنڌي عوام، عوام ته گهٽو ٿا ڪن پر باندر پنهنجي پُڇ مان پَري کان پَڌرا هوندا آهن. جڏهن هوُ مونکي ڪنهن سرڪاري تقريب تي صدر يا مهمان خصوصي ڪري، منهنجي عزت افزائي ڪندا آهن ته منهنجي دل ۾ فرينچ مصوّر وان گوگ وارو سوال ايندو آهي

* مُلاقويِ: اورنگزيب جي دؤر ۾ قاضيءَ القضات، جنهن فتويٰ ڏني هئي ته سرمد واجب القتل آهي.

تہ 'ڪير ڪنهنجي عزت افزائي ڪَري رهيو آهي؟' بهرصورت مان مجبوريءَ ڪان هن درندي صفت شهر ۾ رهيو پيو آهيان جو ديومالائي ● ڊنوسار (Dinosaur) وانگر روزبروز وڌي رهيو آهي. دراصل مان سڪر مان ڪراچيءَ شرنارٿي ٿي آيو آهيان، جو هر وڏي شهر وانگر ميڪانڪي ۽ مصنوئي آهي، جنهن ۾ سرمايداري تہ آهي پر هڪ فلاحي مملڪت جو تصور بہ ڪري نہ ٿو سگهي، جنهن ۾ ڪيئي ماڙِ اوچا ماڙا آهن ۽ انهن سان گڏ 'غريبن جو جهوپڙيون آهن جي مينهن ۾ جُهري پون ٿيون' ۽ انهن کي "بيوس" جي دعا بہ بچائي نہ ٿي سگهي، جتي جُڙتو ڪمپنيون آهن جي بيواهن ۽ پير سَن ڪان ساريءَ عمر جي بچايل پُونجي، کپن پنيلائي ڦري وٺن ٿيون، جتي قتل، ڊاڪہ زني ۽ اغوا جا واقعا ڏينهن رات ٿين ٿا، جتي گاڏيون انهيءَ نيت سان تيز هلايون وڃن ٿيون تہ پل بار چيٿاڙجي، چيچي وڃن ۽ مسافر توڙي راهگير ڪَلتيون ڪائي ڪِرن ۽ جتي منشيات ۽ عصمت فروشيءَ جا اڏا عام جام آهن ۽ پوليس انهن ۾ حصي دار آهي . مطلب تہ جي شيطان مصوّريءَ جو ماهر هجي ها تہ دوزخ جي تصوير انهيءَ ڪان مڪروهہ نموني نہ ڪڍي سگهي ها. اها ساڳي حالت مان بمبئيءَ ۾ ڏٺي، جتي اسانجي صاف ستري 'روز ووڊ هوٽل' جي سامهون، ماڻهو سارو فوٽ پاٿ والاريون پيا هوندا هئا. ڏنڏو بہ اُتي ڪندا ها، سُمهندا بہ اتي ها، سرو سامان بہ اُتي رکندا ها؛ نئينءَ بمبئيءَ ڏانهن ويندي تہ هو رستي جي هڪ پاسي جهوپڙين ۾ رهندا

---

● ڊنوسار: هڪ وڏي بلا جا قديم ماضيءَ ۾ هوندي هئي ۽ جنهن جو وجود ختم ٿي چڪو آهي.

ها. جن ۾ اڌ فوٽ سِر جو پاڻي ڀريل هوندو هو. مون کي هر دوست ٻڌايو تہ جيئن شهر وڌو تيئن اُن ۾ تنهائيءَ جو احساس گهٽيو آهي. هنن چيو تہ تون آيو آهين تہ دور دور تان هندستان مان، هانگ ڪانگ مان، دبئيءَ مان، لنڊن مان سنڌي ڪَنا ٿيا آهن نہ تہ اسان تہ بمبئيءَ ۾ ٽِن سالن ۾ بہ هڪ دفعو گڏجي نہ سگهندا آهيون. اُن وقت مون کي دَلِت ادب لاءِ جواز محسوس ٿيو جو اَنبيڊڪَر جا پوئلڳ پيدا ڪري رهيا آهن ۽ جي پاڻ تي گانڌيءَ جي رکيل نالي هريجن ۾ پنهنجي بي عِزتي محسوس ٿا ڪن ۽ مون مشهور دَلِت شاعر نامديو جي شاعرانا بغاوت اِنهيءَ ماحول جي پيدائش سمجهي.

مان گذريل ٽن سالن کان اڳ ڪيئي سال اندرونِ سنڌ رهيو آهيان، جتي ماٺيو آهي، مريادا آهي فطرت سان لڳاءُ آهي، جتي ڪونجون ڪَر ڪَر ائين ڪن ٿيون ڄڻ ڀٽ شاهہ تي ڀِٽائي ڳائجي رهيو آهي. ڀهراڙيءَ جي زندگي منهنجي رڳ رڳ ۾ آهي. ان ڪري مان بمبئي کان ٧٠ ميل پري لونا وِلا هل اسٽيشن تي هليو ويو هوس جتي اڌ بنگلا سنڌين جا ها. جي هنن پنهنجين موڪلن جي ڏينهن گذارڻ لاءِ يا مهمانن لاءِ رکيا هُيا ۽ اُتي ڪونڪَني نوڪرياڻيون رکي ڇڏيون هيون جي انهن بنگلن جي هيٺان پنهنجن ڪُٽيائن ۾ رهنديون هيون ۽ اُنهن بنگلن جو بہ خيال رکنديون هيون. آڏواڻيءَ جي رٿ ياترا سبب مان پنهنجو دهليءَ ڏانهن سفر ملتوي ڪيو ۽ هوائي جهاز ۾ گوا هليو ويس جنهنجو ذڪر مون 'هينئڙو ڏاڙهونءَ گل جئن' جي مهاڳ ۾ ڪيو آهي. اُتي مون اُتر ۽ ڏکڻ ۾ اوٽ موٽ ارڙهن سو ميل رستي ذريعي سفر ڪيو ۽ گوا جي گاديءَ پڻجيءَ پرسان

ماندويءَ نديءَ تي سير سفر ڪيو ۽ گواني ناچ ڏٺا ۽ پورچوگيز موسيقي ٻڌي ۽ دل تي جا بمبئيءَ جي دونهاتيل گهٽ ٻوسات ڇانيل هُوئي گهٽجي وئي ڇو تہ گوا ۾، اُتر توڙي ڏکڻ ۾ فقط ڏامر جو رستو ظاهر هو ۽ چوڌاري وڻ ئي وڻ، گل ئي گل، گاهہ ئي گاهہ هُيو.

مان هاڻي سکر تہ موٽي نہ ٿو سگهان ڇو تہ منهنجي گهر جي چوڌاري دهشت گرد رهندا آهن جن نہ رڳو سارو سرو سامان چوري ڪيو آهي پر گهر جا دروازا بہ پٽي ويا آهن ۽ جاءِ پڙيانگ پئي آهي. اِها اڄوڪيءَ سنڌ جو سمبل آهي ۽ ائين رهي تہ بهتر.

شهر ۾ ساندهہ رهي اندرونِ سنڌ جو يادگيريون تہ اڇن ٿيون پر شهر جو بہ شاعريءَ تي اثر ٿئي ٿو، جو هن ڪتاب تي بہ آهي. دنيا ۾ ٽي شاعر ٿيا آهن، جن شهري زندگيءَ جي باري ۾ بهترين شاعري ڪئي آهي. مايا ڪوفسڪي، ڪرين (Crane) ۽ بودليئر. پهريون روسي هو، ٻيو آمريڪي ۽ ٽيون فرانسيسي. پر پهريون ٽي. ايس. ايليٽ جو ذڪر ڪيان، جنهن جي شاعريءَ ۾ مخصوص شهري جديديت آهي. هو چوي ٿو:

يروشلم، آٿينس، اِسڪندريہ
وِيانا، لنڊن
* غير حقيقي

هو انهيءَ نقطي جي تلاش ۾ هو جو دائري جي تَري ۾ هوندو آهي ۽ هن کي اُميد هئي تہ تاريخ جو ڦيٿو ڦري رهيو آهي

* Unreal

۽ اُهو نقطو نيٺ اُپري آچٽو آهي. هن شهري عوام ۾ رڳو بگاڙ، ڪپُوتي ۽ اَسڦلتا ڏٺي ۽ مسيحيت ۾ پناهه ڳولي. اڄ ماديت جي تباهيءَ ڪانپوءِ ٽي. ايس. ايليٽ جي دور انديشيءَ جي صحيح ثابت ٿيڻ جو امڪان آهي.

مايا ڪوفسڪي ۽ ڪرين غير حقيقي شهر جي غير حقيقيت، آرٽ جي ناڪاميءَ سان منسوب ڪئي آهي. ڪرين هيلن آف ٽراءِ کي ٽرام (Street Car) ۾ سفر ڪندو ڏسي ٿو ۽ مايا ڪوفسڪي شهري پرولتاريت کي گڏگڏ ٿي صدين جو ڪرتا سمجهي ٿو. ٻنهي جي شاعري شهري زندگيءَ کي نئين زندگيءَ عطا ڪئي پر پوءِ ڪرين ۱۹۳۳ع ۾ پاڻ کي ٻوڙي ماريو ۽ ماياڪوفسڪيءَ ۱۹۳۰ع ۾ ريوالور سان خودڪشي ڪئي.

اِها ڳالهه شهري شاعري جي انقلابي نظرئي تي هڪ اُباٽڪي ۽ ڏک ڀرئي ٽيڪا ٽپٽي آهي. اِتي بودليئر ياد اچي ٿو جو چئي ٿو تہ انبوهہ ۽ اَڪيلائي ٻئي مَٽا سَٽا وَارا سَنڌا آهن. شاعر شهر ۾ بہ پنهنجي رومانيت پيدا ڪري سگهي ٿو.

نورالهديٰ شاهه جي ڪتاب ’قيدياڻيءَ جون اکيون ۽ چَنڊ‘ تي نصير مرزا ڪجهه دوستن سان گڏجي منهنجي صدارتي تقرير ٽيپ ڪرڻ آيو هو، ڇو تہ مان صدارت لاءِ حيدرآباد جي سفر جو اِجا اهل نہ هوس. جڏهن هو آيو تہ منهنجي فليٽ ٻاهران ڪاريڊار جي ڪليل دريءَ مان ڪلفٽن جي ٻتين جي جهرمر ٿي نظر آئي. هو ۽ هن جا ساٿي، منهنجي لئبرري ۾ آيا تہ ڇت ۾ شاند ليئر لَڙڪي رهيو هو ۽ پاسي سان بلب ٻري رهيا ها ۽ چوڌاري ڪتاب رکيا ها جن ۾ گهٽو ڪري دنيا جا سڀ اهم

اديب موجود هُيا. اوچتو بتي وسامي وئي. مان اندران ئي ميڻ-بتيون کڻي آيس ۽ هن کي تقرير ٽيپ ڪرايم. ان وقت مون کي بودليئر جي نظم جو هڪ بند ياد اچي رهيو هو:
"ڪليل دريءَ مان جي تون ٻاهر ڏسندين ته ايترو ڏسي نه سگهندين جيترو اندر ڏسي سگهندين. ڪجهه به ان کان وڌيڪ ڳوڙهو، وڌيڪ ڳجهو، وڌيڪ رَچناتمڪ، وڌيڪ روَيا وارو ۽ وڌيڪ ٽِمرائيندڙ نه آهي جيتري هڪ دَرِي ميڻ بتيءَ جي جوت ۾"
ان وقت ڪنهن دَرِيءَ تان پردو هٽائي، هوا لاءِ دري کولي ڇڏي هئي ۽ مون نصير مرزا کي پنهنجي ساري تقرير ميڻ بتيءَ جي روشنيءَ ۾ ٽيپ ڪرائي هئي- ڪجهه وقت پوءِ بودليئر جو هڪ ٻيو نظم به ياد آيو هو:
'تون مون کي ضرور چوندين ته تُنهنجي ڳالهه سچي آهي يا نه؟ مون کي دنيا جي حقيقت جي ڪهڙي پرواهه آهي! آها رڳو مون کي ان ۾ مدد ڪري ٿي ته مان زندهه رهان، مون کي اهو احساس ڏئي ٿي ته منهنجو وجود آهي ۽ مان آهيان."
پر ڇا دنيا جي حقيقت هڪ سنڌيءَ کي ڪراچيءَ ۾ اُهو احساس ڏئي ٿي؟ آخر ڪراچي پئرس ته نه آهي ۽ اسان اُن ۾ پئرس جهڙي رومانوي فضا پيدا ڪري ته نه ٿا سگهون! اندرون- سنڌ ته تباهه ٿي چُڪي آهي ۽ ماضيءَ جون ڪجهه يادگيريون ئي آهي. ان ڪري ڪراچيءَ جي شهري زندگيءَ ۾ اندرون سنڌ جي يادگيرين جون پرڇائيون ئي ته هن ڪتاب ۾ اچي سگهيون آهن.
اهو ڪتاب اڌ رات جو ننڊ مان اُٿي مون هڪ نيم شعوري

ڪيفيت ۾ اوندهہ ۾ لکيو آهي. جيئن بيماري ۾ ۽ اُن کان پوءِ
مون سموري شاعري پاڻيهي هلندڙ تحرير (Automatic writing)
۾ لکي آهي. اِهي مُنهنجي ماضيءَ جي کنڊرن مان لڌل اڻ- لڀ
شيون آهن يا منهنجيءَ شهري گوشہ نشينيءَ ۾ تنهائيءَ جي
احساس جو اظهار آهن ۽ انهن جي ادبي اهميت نوادرات جيتري
آهي يا نہ، اِن جو جائزو مان پڙهندڙن تي ڇڏيان ٿو.

هي ڏيڍ سٽا فارسيءَ جي مستزاد ۽ پنجابي گيت ماهيا جو
ميل جول آهن ۽ سنڌي شاعريءَ ۾ هڪ نئي صنف آهن جي
آسانيءَ سان ڳائي سگهجن ٿا. انهن ۾ ڪجهہ مفعول مفاعيلن،
ڪجهہ فاعلن مفاعيلن، ڪجهہ مفعول فاعلاتن جي وزن تي آهن
۽ ٿورا ماترائن جي حساب سان لکيا ويا آهن.

آخر ۾ مان رکو اهو لکندس تہ شاعري منهنجي سڀ کان
پياري محبوبا رهي آهي ۽ اُن سان مون توڙ تائين نڀايو آهي، جي
وچ ۾ ڪا وٿي پئي آهي تہ ان جو ذميوار ماحول جو جبر آهي
جو ڪڏهن اڏول پهاڙ جئن آڏو اچي وجي ٿو ۽ سارو شفق جو
منظر اکين کان ڍڪي ڇڏي ٿو. جي ٻيون زندگيون آهن تہ مان
وري وري شاعر ٿي وجود ۾ ايندس ۽ هاڻي بہ دور ويندس،
هڪ پنڇيءَ وانگر، اُفق کان دور، اُن جي ڪَڙ جو مُنهنجي
اوڏو بہ آهي ۽ جنهن جي آڏو اچا گهٽو ڪجهہ آهي.

شيخ اياز

۱۳ آگسٽ ۱۹۹۲ع

چا عمر ڪيا ڏوڪا،
ڪنهن وقت ڪجورين تي ٿا ياد اچن ڏوڪا.

*

ڪلهہ ٻڪَ اسان ٻيئي،
ٿا انب لڏن وڻ ۾، تون ياد اچين پيئي.

*

ڪَٿ واڻَ بنا ڇاهي؟
هي تانگهہَ سنڌءِ دل ۾، ڪنهن تانءَ بنا ڇاهي؟

*

ڪيڏيون نہ ڪَپر چوٽيون!
ميهار ڪٿي آهي مينهون تہ اچن موٽيون!

*

ٿي اُٿَ ڏِنا لوڏا،
اي ڪنوار ورايا تو، ڪٿِن چنڊ ڪِڙي گوڏا؟

*

جنهن وقت ڪَتِي ايندي،
تنهن وقت تنر ڪرڙي تو ّلاءِ نهاريندي!

*

اِئن چَٿَ هُئينءَ چوري!
پر هونءَ ڇُهڻ ۾ ڇَڻ تون پَٿّ هُئينءَ چوري!

*

گوڏو نہ گڏي وهندينءَ؟
هي پِينگهَ جڏهن هَلندي لوڏو نہ گڏي وِهندينءَ؟

*

اڄ راتِ اِئين ڪنهن سان،
تو چنڊ لِڪي وڻ ۾ ڪئي باتِ ائين ڪنهن سان؟

*

اڄ رات، چُميون ڏيئي،
هي بلب ڪتان آندءِ، ڪيڏو نہ ٻَرين پيئي!

*

اَڄ سرد هوا آهي،
ٿي ٻاهه ٻَري ڀرسان ۽ پيارُ جدا آهي!

*

ڪيڏو نہ ڪَجل نيڻَن!
تو ڏانهن ٻَريان تاڙي ٿي رات ڏئو سيڻَن!

*

اڄ رات حويليءَ مان،
ڪيڏانهن وڃڻ پيئي تون سَڙڪَ اَڪيليءَ تان؟

*

جنهن وقت ملين ٿي تُو،
تنهن وقت وڇوڙي جا تا ڏَنگَ هڻن ڏينهوُ!

*

ڪلهہ سوٽَ هيئِہ سينو،
تـو لاءِ پيو روئي اڄ رات تـہ آئينو!

*

هي مينهن مَهل آهي،
ڏس آنءُ اڪيلو هان تو ۾ تہ ڪَهل نَاهي!

*

ڪيڏانهن وڃين ٿي تون؟
اڳتي تہ ڳجهي تو رڻ جيڏانهن وڃين ٿي تون!

*

ڪيڏي نہ مِٺي ٻولِي!
تو پَٽَ ڏنو هوندو، ان جيئَن نہ پاتولِي!

*

اَڄ ويهہُ گهَڙي، پِرسَان،
مون سَنجَ وڏا گهوڙي، تـو لاءِ پيـو تَرسان!

*

تنهن وقت رُلِي ويندينءَ
هي راهہ سِڌي جي تون ڪنهن وقت ڀُلي ويندينءَ.

*

تو ڳالهه ڪندي ٻهڪين؟
ڪنهن سانُ لَوَنُ ۾ هئن ڇا لاءِ پيو سهڪين؟

*

تي ڪالهه نچي ڪوٽي،
ڇا لاءِ ڇڳي آهي تو هيءَ ڪچي ڪوٽي؟

*

دل ڪاڻ ڀري آهي
پر پيار تَڪو آهي ۽ رات ٺري آهي!

*

تون آءُ بنا اُلڪي!
آڪاسَ وسايو آ، اڄ رات ستارن ڪي.

*

اڄ رات ڪٿي آهين؟
تي سال ويا ڪيئي ٻيهار ملي ناهين!

*

پيهار سِرَنهن گل ڪيا،
تون آنهه ڪِٿي خوشبو؟ تي ساِنجهه، پَڪين هَل ڪيا.

*

دل آم چڪُيءَ ٿپڙِي،
ٿو آنءُ ڪٿان ٿُنهنجِي اڄ رات تہ ساهيڙِي.

*

ڪيڏانهن وئي آهين؟
تو نانهه اُها خوشبو، ٻي ڏانهن وئي آهين!

*

اَڌ - رات، اَچي پيئي،
ميهار ملڻ ويلا، هو روڊَ ٽَپي پيئي.

*

چا نانءُ ڏيان توکي؟
جي گلَ چِني ايڏا ٿو آنءُ ڏيان توکي!

*

اي ڪاش سدائين تون،
مون لاءِ هجين نورِي ۽ وَنجَهہ هلائين تون!

*

ڪيڏو نہ ڪُڙهي پيئِي!
تون ڪونہ جڏهن آئينءَ دل رات لُڙهي پيئِي.

*

ڪُوڙِي نہ ڪڏهن ٿيندينءَ،
اڄ چَنڊ اَٿِي چوڏِينهن، پَر پو بہ لِڪي ايندينءَ!

*

جَنهن ڏانهن ڏسان ٿو اِئن،
اي روز- ازل! تنهنجي ڇا باڪَ هُئِي اَن جِئن؟

*

ڪيڏو نہ رُني آهينَ
ڪلهہ رات تہ ڏيڍوٽي، اڄ رات مَنِي آهين!

*

تو ڏانهن نهاريان ٿو،
تون آنهه اُها جنهن تي مان ساهُ ٻه واريان ٿو!

*

سپنا نه آڇو اُپري!
اڄ ڪالهه ته هوءَ ناهي اڄ ڪالهه ته آهي ٻي!

*

ڪيڏانهن پئي ڪاهين
جئن باکَ ڦٽي تانِگر تون ايئَن ٽِڙي آهين!

*

هي ڏس ته گلابِي گـل
آ ماڪ پئي اَن ۾ ڪيڏو نه شرابِي گل!

*

تون نانهه رَهي ساڳِي
جڻ واڳ ڇڄي پيئي جنهن ساڻُ هَئِين ۽ واڳِي.

*

پائي ٻه نه پاتو مون
هِي چنڊُ نديءَ ڪيسين؟ ڇو ايءُ نه ڄاتو مون.

*

ٻي لاءِ مَرڻ پيئي!
هي ڳالهه ڳَڙي وانگر ڇا لاءِ ڪَرڻ پيئي؟

*

وَل پَٽَ نه ڳِدرَن جي!
ڪلهه رات جَهلي هَٿ کي تو ڳالهه ڪَئِي تَن جي.

*

آ اَڄَ ڪيو آنو!
ڇُلڪي نه پوي هاٺي ائن جام ڀريو آ تو!

*

آ نِنڊَ ٻه مڌُ ماتِي.
ڇڻ تيژَ ٻئي ڪائي تو لاءِ وِجهي جهاتِي!

*

ها باک بهارنَ جي،
تَنُ آهہ پرين تنهنجو ڇڻ شاخَ انارن جي.

*

انجيرَ پٽيان ٽو پيو
محسوس ٿيو ڪَنهنجي تقدير پٽيان ٽو پيو.

*

اي ڏائٽِيُون موٽو!
اڄ هانوَ ڪڍو مُنهنجو، مون ڏانهن ڪَري چوٽو!

*

◆ اڄ رات وَرِي سَئفو!
مون ڏانهن وڏي آئي، هوءَ پيار ڀَرِي سئفو!

*

مون لاءِ نَيون نِياريون،
هان آنءُ تماشائي ڀَل پيارُ ڪَريو پِياريون!

*

◆ سئفو: يونائي شاعره، مان پنهنجي هڪ محبوبہ کي سئفو ڪوٺيندو هوس.

ڪنهن ڪي تہ پيو ڦولين!
ڦاٽي نہ پوي ڏرتي، سَسئي تہ نہ ٿو ڳولين؟

*

ڇا نازُ ڪرين ٿي پئي
جئن ڏيل ڏُڪي اَهڙو انداز ڪرين ٿي پئي!

*

آ چَنڊُ ڇُپيو جُهڙ ۾؟
درياهُ تہ سچو ڳوليو ڪيڏانهن وئي لُڙ ۾!

*

ٻيو پارُ مَري ويندو
سهڻي تہ ٻچي ويندي ميهارُ مَري ويندو!

*

ٻَر رات ٻڪي ٽُنهنجا؟
مون لاءِ ڪُلي ٻوٽيا، ڇا لاءِ سڪي ٽُنهنجا.

*

هي هَٿَ سرين تي!
هيڙها ته نه ها جي ڪَن ڪُجهه ٽُڪَ انجيرن تي!

*

جڻ چَنڊ چَڙهيو چِڪيا،
◆ ائـن وَرِڏ آوسِتا ۾ تـو رات ڏِني ٻِڪـيا!

*

پِيري ته نه آهي هِي!
ٽي تيزَ وڇي نَدِي ڏيرِي ته نه آهي هِي!

*

تو ليڪَ پڙهيو آهي؟
ڏِس، وِير پٺي اُيري، ڏس سَمنڊُ چڙهيو آهي!

*

ڇا راهه پَلي آهين
هن وقت ڪِهڙيءَ مُنهنجي ڪَئن هِيرَ گهِلي آهين؟

*

◆ وَرِڏ اوستا : وِڇين وَهي.

هو چنڊ گلابي آ،
تِي هيرَ گهُلي آهڙي جڻ راتِ شرابي آ!

*

تو ياد پَئي آئين ٿو،
هي عمر نديءَ وانگر تون مينهَن جيان ڇانئين ٿو!

*

جي مورَ نہ، ڇا وانگر؟
تو آءُ نچان تو لَءِ، گهنگهور گهٽا وانگر.

*

آڌ رات فساني جان
ڪنهن وقت هلي ايندين ٿو مون ڏانهن بهاني سان!

*

هي پيارَ نئون توسان،
هي چَنڊُ نئون توسان، سَنسار نئون توسان!

*

ڪنهن لاءِ پَرِي نڪتينءَ؟
هي پاند مريڙي سان ڪيڏانهن پِرِي نِڪتينءَ.

*

آ ڳوٺُ سچو دانهِين،
تو گوار پَٽِي گورِي ڪيڏانهن هَلِي آهين؟

*

تون آ تہ ڪِڙِي مُڪڙِي!
تون باک جيان آهين اڄ تہ تِڙِي مُڪڙِي!

*

مان ڪيئَن مِليو آهيان!
تو لاءِ صديون ترسِي اَڄ هيئَن مِليو آهيان!

*

◆سِرڪَنڊ خسِيس آهي!
تون نانهہ تہ اڄ ڪيڏو هُو چَنڊُ خسِيس آهي!

*

◆ سرڪنڊ: چَندن- صندل.

هو نيڻ ٻہ ڇَوڻرا ها،
ڳهڳهَو تہ ڳلن وارو هيٺانهن ٻہ پِوَنرا ها!

*

ڇو چاهہ ُ هَليو ويو آ!
ڇا لاءِ حياتيءَ مان ويساهہ ُ هَليو ويو آ؟

*

تون ڇو نہ اَچين ٿِي پَئِي؟
اڄ رات اُماس آهي تون ڪونہ اچين ٿِي پَئِي؟

*

❖ هر وقت ڏَمرڙو ٿِي!
مون ڏانهن وري ايندينءَ ڪنهن وقت ڇَمرڙو ٿِي؟

*

اِئَن سَرد لڳين تو پيو!
اي چنڊ جيان ڇهرا، ڇو زرد لڳين تو پيو؟

*

❖ ٿي: اُتر ۾ اِتي ڪي "ٿي" بہ چئبو آهي.

ٿو روز وڃين کِسڪي
ڪنهن وقت تہ ڪَر ڳالهيون ڪنهن وقت تہ ٻِي وسڪي!

*

تون آنهہ پَري اَيِ مِر،
◆ هي راتِ رڱاوَت ڏِسُ، ٿو چَنڊُ پَري اَيِ مِر!

*

ٻَلهار ٿيان توتان!
مون ڏانهن اِئين آئينءَ، تون ڄڻ تہ ڏياري آن!

*

تون پو بہ جُدا آهين!
ٻي لاءِ تہ ماڻهو آن، مون لاءِ خُدا آهين!

*

ڪيڏو نہ مِٺو آهين!
ڄڻ عيد سياڻي آ، ڄڻ چَنڊُ ڏِٺو آهين!

*

◆ رڱاوت: رنگيني.

چوري ٻہ تہ هئي ڇورِي!
کهڙو ٻہ پتنگ آيو، ڏورِي ٻہ تہ هئي ڏورِي!

*

ڪٺن ڪالهہ پڳٺہ چوڙي.
چؤ! سچ نہ ٻُڌائيندينءَ، هو ڪيرُ هيو ڪوڙي؟

*

گهگهِرو تہ ٻچايو ٿي،
هو ڪوهہُ مَٿان ڇورو، جنهن ڪوسُ ڇِڪايُو ٿي!

*

تو پوکَ جڏهن پيئينءَ،
ڪو پَهر ويو گذري، جٺن وَنئڻَ اڳيان وينينءَ!

*

ٿو انت چَوين ڇا ڪي!
هي پيارُ ڪٿان آيو تون سوچ تہ مَمتا ٿي!

*

هو سونهَن اَجهاڳُ آهي،
جيڏانهن وڃان ٿو مان، ايڏانهن تہ ماڳُ آهي!

*

ڇا حُسن پرست آهيان؟
تو ۾ تہ اَلوٽُ آهيان، ڪو مستِ اَلست آهيان!

*

هي راتِ اَزلُ آهي،
تون ياد اَچين پيئي، هر باتِ اَزلُ آهي.

*

بَس لڙڪ رُڳا ٿيندو،
ٿي دير وَئِي آهي موٽينءَ بہ تہ ڇا ٿيندو؟

*

اڄ ڪارِ پنهونءَ ڪي آ
سَسئي نہ خبر ڪائِي ڀي يارِ پنهونءَ ڪي آ!

*

مومل َ تہ چَڏيو راڻو،
سومَل، نہ سُتي راتيون مَنُ اَڄَ بہ ويڳاڻو!

*

تون خُوابُ تہ ڪونہ آهين؟
جو آب اَندر لرزي، مهتابُ تہ ڪونہ آهين؟

*

اڄ پياسَ لڳِي ڏاڍي،
اي پيار ڪِٿِي آهين، آ تاسَ لڳي ڏاڍي!

*

وَئِي عُمر ڪُراڙِي ٿي،
ٿي دل تہ چيو ڏاڍو ٻيهارَ ڪهاڙِي ٿي!

*

ڪيڏي نہ حَسِينُ آهين؟
ٻي لاءِ هجين ڇاڀي، مون لاءِ تہ دينُ آهين!

*

اڄ ننڊَ ڦِٽي آهي،
تون ياد اچين ٿِي پِئِي، ڇا ياد ڇِني آهي!

*

◆ اي ڇيلَ ڇٻيلي ٿُون،
ڪيڏانهن هلي آهين، اڌَ راتِ اڪيلي ٿُون؟

*

ڇوري ته رڳي ناهي!
❖ ٻَڪرارِ ڪنوڻ آهي، گهرِ پو ٻه پُڳي ناهي!

*

جي ڳالهه ڪُٺِي ڪَٺَ ۾،
تو ڪيرُ ڏسي ڪنهن جي ڪلهه رات ڄُنڊا پَٺَ ۾!

*

تو ڪان ٻه مِٺي آهي؟
توکي ته ڏٺو ناهي، ماڪِي ته ڏِٺي آهي!

*

---

◆ ڇيَل ڇٻيلي: نازنين.
❖ اتر مان ڪنوڻ ڪڇندي آهي ته ان کي ٻڪرار ڪنوڻ چئبو آهي.

تون سَڌُ هنئينءَ سَرتِي!
ڇا وَجُهہ وچايو مون توکان نہ ڇُمِي وَرتِي؟

*

اَڄُ، شيامَ ڳَڻيون گوپيون!
ڇڻ آنءُ ڪَنيون آهن، توکان بہ گهٽيون گوپيون!

*

ڇا لاءِ جُدا آهين،
اي عشق ٻَلِي آئين تون ئي تہ خُدا آهين.

*

هو چَپَ گلابي ها،
جن ماڪَ جيان پِيتو، ڪيڏا نہ شرابي ها!

*

تون آءُ، سَهيلي آن!
تِي ناوَ اچي تون ڏي ڇو اِيئَن اَڪيلي آن!

*

تو لاءِ تہ سانورڙِي،
مون چَنڊَ جَهليو آهي، ڪُجھہ بيھہ تہ بانورڙِي!

*

چڻ جيءَ جھٽين تِي تون!
جئن تار نِوائِين تِي، رابيلَ پٽين تي تون.

*

ڇا پيارَ سچا آهن؟
مون ڪي بہ تہ تو وانگر ڪجھہ ٻار ٻچا آهن!

*

تو سانُ سَجائِي وَئِي،
تو ڪير ڇَوِي مُنھنجي اِئن عمر اَجائِي وَئِي!

*

گل مَهر ڪِڙيا آهن
جِئَن ماڪَ پَئِي آهي تو جيئَن تڙيا آهن!

*

هڪ راتِ اُڌارِي ڏي!
اي عُمرِ! پِرينءَ سان ٻِي برسات اُڌارِي ڏي!

*

تو وَٽَ ٻہ گهڙِ گوپيون،
اي شيام سنڌوَ پرسان مُنهنجون ٻہ تہ ڳڙِ گوپيون!

*

اوهِي نہ پهي آهي،
جا عمر رهِي آهي تو لاءِ رهي آهي.

*

اڄ رات اَچِي آهي،
قاساءِ انهيءَ کي تون ماگر ٻہ مَچِي آهي!

*

تون پاڻ هَلي آئين،
اي عشق فرشتي جئن هيڏانهن يَلِي آئين!

*

جنهن وقت مجاز آهين،
اي عشق عبادت آن تون عين نماز آهين!

*

تون رات لِڪي ايندينءَ،
جنهن وقت ٻه چانڊوڪي ٿورِي ٻه ڦِڪي، ايندينءَ!

*

ڇا رَبُ رکيون مُنهنجون؟
تو ڏانهن ڏسڻ ڪارڻ هر وقت اکيون منهنجون!

*

اي پوپٽڙا ڪيڏانهن؟
هي گل ته ڇڏي ويو آ، ٻيا واسَ وَيا ڪيڏانهن؟

*

هي ڇَپَ ڇِپن وانگر،
مون سان ته مليا آهن درياهَ- ڪَپن وانگر!

*

چا چڳَ- سڳنڌ آهي!
ڪيڏا نہ بسنت اُن ۾ چا سڳَ- سُڳنڌ آهي.

*

برسات ڏِسي پيئي،
چا هيءَ اُها آهہ جا ڪلهہ راتِ ڏِسي پيئي؟

*

ڪنهن جاءِ تہ هوندينءَ تون؟
مون ڪي تہ وساريو ٿي ٻي لاءِ تہ هوندينءَ تون!

*

ڪيڏو نہ وٽين ٿي تون،
برسات جيان ڇَن مان، هر روز ڇٽين ٿي تون!

*

سَڀ چاهہَ ٻَيا چاهيون،
درياهہ جيان دل آ، مون لاءِ سَوين سانِهيون!

*

وسرن نہ گِهٽيُون ۽ گهرَ،
تون آنهہ اَکين اڳيان، هن وقت بہ هاٽيدرَ!◆

*

ڏوريون بہ تہ ڏِسُ پَٽَ جون!
هي پيار بہ پيار آهي، ايڏي تہ نہ ڏي سَٽ تون!

*

هِي هونءَ تہ پلَ جيڏِي!
تون نانهہ تہ ڇَڻ آهي اڄ راتِ اَزلَ جيڏِي!

*

اِئن سازَ سَڙِي ويندين!
ڪا لهس نہ تو ايندِي جنهن وقت لَڙِي ويندين.

*

هُئو ڪَرُ تہ چوراٽو،
راٽو بہ هيو راٽو، مومل نہ ڪَيو ماٽو!

*

◆ شڪارپور جو هڪ محلو (هاٽيدر)

تو چا نہ چڱو ڳايو!
◆ اِئن ڳاءِ نہ لوڙائو، آ چنڊ لَهي آيو.

*

تو ڏانهن ڪڏهن گهُوري،
ڪيڏو نہ ڏِنو ماڻِي، مون آهہ اکيون پُوري!

*

ڪِٿ رات سڪي هوندينءَ،
ڪو ڪئِنُ نہ تون ڪَنهن وَٽ اي پيار پڪي هوندينءَ!

*

تقدير تہ ڪانہ آهين؟
جي آنءُ نہ هان رانجهو، تون هِيرَ تہ ڪانہ آهين!

*

مون پِڳو، پِڳو ڪوڙو،
چانڊنيءَ ۾ پيارو ڪيترو لڳو جوڙو!

*

◆ لوڙائو: هڪ سنڌي لوڪ گيت جو قسم.

ڪر ياد نہ پيارن کي!
ڪجھہ جهونجهڪڙو آهي، آ نِنڊِ ستارن کي.

*

هُيڪارَ هَوائن ۾!
ڪنهن وقت اچي ملندين آ سارَ هوائن کي.

*

تَسڪين اچي پيئي،
هر چيز هٽائي ڇڏ هو ’ڪِين‘ اَچي پيئي!

*

ڪو انت نہ پارُ آهي!
تو چنڊ وچي آپ ۾ هيٺانهن پِيار آهي.

*

ٻاهر تہ ٻتيون ڪيئي،
پر جوتِ ننڊي گهر ۾، جا شمع ڏئي ويئي!

*

ڪجهہ ڏينهن بهارَن تي،
ايڏو تہ نہ ڀُل ڀُورِي، تون لالَ لَيارَن تي!

*

اِظهار نہ آ ڪوئي،
ائن سمجهہ نہ پر توسان مون پيار نہ آڪوئي.

*

ٿي پيرَ سَرءُ ساهي،
گُل ناز ڪيو ڪيڏو؟ اڄ مُندَ هَٿان ڇاهي!

*

پو ڇو نہ وٽيون آهن؟
جِن وارَ هُيا گهاٽا تو جيئَن گهٽيون آهن!

*

ڪيڏانهن وَري نيندينءَ؟
تو چنڊُ ڇَوي مون کي، ڪَر نِنڊَ نہ، تون ايندينءَ!

*

هي هُبَ، هَوا جهوتو!
ڇو ڇَڻ ڪَسي وَيو ائن، ڪا سارَ ڏئي ٻوتو؟

*

تو لاءِ تہ سانورڙِي!
پر سال! ڪَنان آهي دل ڪيئَن نہ ٻانورڙِي!

*

هِي روحَ رَتو چوندي،
انبوهہ منجهان مون ڪي تو ڪيئَن وَتو چوندي؟

*

ڪَهڙيون نہ اکيون آهن!
جن لاءِ صديون ترسيمر سي ڄڻ تہ سڪيون آهن!

*

هي ڇَپَ پرِين تُنهنجا
درياهہ جَيان مَن ۾ ٻئي ڪَپَ پِرين تُنهنجا.

*

اِئن چاهہ ھُيو دِل ۾

جڻ سجً لٿي ڪوئي درياهہ هيو دِل ۾.

*

تون هاڻِ نہ ٿِي وِسرين!

آن چنڊ جيان ڪائِي چانڊاڻِ نہ ٿِي وِسرين!

*

ڪيڏانهن ڏِڪڻ ٿِي تون؟

جئن مالهہ ڇڪي ڪِنگريون اِئن روح ڇِڪڻ ٿي تون!

*

هي لانِ مٿان ساڙهِي!

ڪيڏي تہ ڇِبَر سائي ڪيڏِي نہ شفق ڳاڙهِي!

*

تون اڳ بہ ھُئينءَ منهنجي،

ياڪرُ نہ ڀِلو آهي، خوشبوءِ اها تُنهنجِي!

*

ڪاڏانهن وَئي آهين؟
تون آنهہ شفق وانگر تيڏانهن وئي آهين؟

*

ڪو ڏينهُن تَتو ڪونهي!
گهَر چونہ سندءِ ڳوليان پَر ڪوبہ پَتو ڪونهي!

*

ڪيڏي نہ سڳنڌ آهي!
ڏس مُند اچي وَئي ڇا؟ موتيو تہ ڪِڙيو ناهي؟

*

سَنجوڳُ ٻرو آهي!
◆ ڪنهن راتِ چيو مونکي، هر يوڳُ ٻرو آهي؟

*

اي پيار بسنت آهڙو!
هِن ريت ٿيو ناهي ڪَنهن وقتِ بہ ڦوٽهڙو!

*

---

◆ نوٽ: 'يوڳُ' هنديءَ ۾ وصال کي چئبو آهي. اِهو لفظ سنڌي هندو، سنڌيءَ ۾ عام طرح ڪم آڻيندا آهن.

سوغاتَ ڏيان توکي!
مون تہ وَٽ رُڳي دِل آ شيءِ کا تہ ڏيان توکي!

*

تو وارَ نہ هُل ڇوڙيو!
ڏِس، خلق سَڄِي نظرون تو ڏانهن پَئِي مَوڙِي!

*

تو لاءِ جَتنائون آ،
اڄ شامَ ڪَراچِيءَ جي گهنگهور گهَٽائون آ.

*

مان ساز منجهان ڇاڻان،
تون ڪيرَ؟ ڪٿي آهين؟ آواز منجهان ڇاڻان.

*

ٻانهون تہ هُيون ڊانهون!
پر آنءُ پَرارِ آهيان درياهہ رُڳو آهون!

*

ٿي رَتَ ڏِٺي ڏوڪا،
۽ مِينهن پوي سَڀ تي، جنُن ڏُکَ ٽِئِيُن ڏوڪا!

*

ڇمڪاءِ نہ اِئن ڇيرُون!
ڪيڏانهن هَلِي آهين اڄ ڏينهن ڏِٺي جو تون؟

*

آ ڏينهن تہ ڏورين ۾،
ڪنهن وقت تہ ڇُل ڇوري، اَڄ رات ڪجورين ۾.

*

جِت ڪانوَ اکيون نِڪرن!
ٿي رَتَ ڪري ريلا جنهن وقت ٻَکيون نڪرن!

*

اڄ رات سِڪي توڪي،
هُو ٻانهَن وَرِي آهي ٻيهارِ ٻَکِي توڪي.

*

تو لَئِہ تہ پکِي آهي،
مون لاءِ تہ سيکجهہ هُو هر وَقتِ سکِي آهي.

*

چُپ چاپ، لِکي چورُي!
چوڏارِ ڏسي ٻاهر پو آءُ ڇِتِي ڇورِي!

*

هُو کجهہ تہ اچي ٿو پيو!
آ ڇَبٌ اِئين پياري جڻ مورُ نچي ٿو پيو!

*

آئينءَ تہ اُتر وانگر،
هر چيز پکيڙِي وَئِينءَ، گهَرُ آهہ نہ گهَرَ وانگر!

*

تون ڪيئَن مِلِي آهين؟
اڄ رات سُڃاتو مون، ڪلهہ جيئَن مِلي آهين!

*

◆ ڇَبٌ: صورت، اُردوءَ ۾ هنديءَ ۾ ڇَب چئبو آهي.

◆ سنجوڳُ وٽيو توکي؟
مون لاءِ هيو پياري ڄڻُ ماءُ ڄڻيو توکي!

*

هي شِڪل ڏِني آهي،
پيهار ملِي آهي، ڪيڏي نہ مِٺي آهي!

*

ڪنهن صبح سَلوُٽي ۾،
توسانُ مليو آهيان، ڪنهن ڏُنڌَ اڱوٺي ۾!

*

جنهن وقت مِلڻ ڳهر تي.
تو ياد ڏياريو ٿي ڪو ڏُنڌُ سَمندر تي!

*

اڄ نيٺ ڏِني آهين!
رَسُدار چَپن وارِي، ڪيڏي نہ مِٺي آهين!

*

---

◆ سنجوڳ: وصال.

ڪيڏي نہ مِٺي آهين!
تون بند لفافي ۾ هن جِي تہ چِٺي آهين!

*

مون لاءِ تہ چڻ ناهِين!
هِڪ ڏينهَن ڪٿي آهين، ٻِي ڏينهَن ڪٿي آهين!

*

تو راتِ ڪِٿي پيئِي؟
هي ڪار هُئي تُنهنجي ڪيڏانهن لنگهي ويئي؟

*

ڇا جيءَ جهميلو آ!
هي شهر وَڏو آهي، ماڻهو تہ اڪيلو آ!

*

گل ماڪَ تہ گهُرندو آ،
جيڏانهن اُڏي اهڙا افلاڪَ تہ گهرندو آ!

*

سَمجُهڻ نہ، ڀُلي آهين!
ڪيڏو نہ چڱو ٿيو جو، اڄ رات ڪُلي آهين!

*

هي رات اَزل جي آ،
تون نانهہ وَڏِي آهي، جي آنهہ تہ پل جي آ!

*

تون مدام اَهڙي آن؟
جڻ شَفق ڪِڙي آهي جڻ پُسيءَ جهڙي آن!

*

ڏينهن هُو جوانيءَ جا،
ڪيترا پڪل ميوا، ڪالهہ عمر فانيءَ جا.

*

ڪير آنهہ ڪهڙي آن؟
تو جيان نہ ٻي بُربل، تون پسيءَ جهڙي آن!

*

ننڊ ڪونہ ٿيون چاهن،
راتڙي پئي آهي ڳالهڙيون ڪٿيون ناهن!

*

عشق سان سَجائي آ،
حسن ڪانسوا منهنجي زندگي اَجائي آ.

*

هيءَ جا جواني آ،
تيز ڪيترِي آهي جڻ ندي رواني آ!

*

ٻيا تاڙِ وَجِي تڙ تونُ
چا لاءِ تپي پيو آن هِت چَنڊَ تياڪَڙ تون؟

*

عجب آهہ هيءُ ناتو،
توکي ڏسي پرين مون پهرينءَ گهڙِيءَ سڃاتو!

*

ڪنهن چوَ ڏٺي ڏٺا ها!
هي نيڻ سمنڊ وانگر مون ڪِٿ اڳي ڏٺا ها؟

*

تو ساڻ پيارُ منهنجو،
آيو چَڙ آهہ پياري موتِي بهارُ منهنجو!

*

ڌرتي! تہ ڪجهہ بہ ناهي،
توڪان چُمي وتي جا سَرتي اُها ڪجهہ آهي.

*

پيو چنڊ ڪِلي پوڙهو،
تو جيئَن ٽَپي پِرَ ڏِي اڌ راتِ وَئِينءَ لوڙهو!

*

اي پيار ڪٿي آهين؟
هن راتِ اَڪيليءَ جا سنسارَ ڪٿي آهين؟

*

◆ ڪلهه تون شيريٽَن ۾،
دعوت ۾ موجود هُئينءُ ڪيڏانهن وئينءَ ڪن ۾؟

*

هي ٽي- ويءَ تي تون؟
آنءُ تہ سَمجهو آهين، دل ۾ مُنهنجي تون!

*

چاڪي واڙي ۾،
ڪير رهي ٿو پرسان منهنجي پاڙي ۾؟

*

راتِ منهوڙي ۾،
ڪيڏو سمنڊ ڇُلي پيو آهي، اڄ تہ وڇوڙي ۾؟

*

نديءَ نالي ڪير؟
مينهن پوي ٿو، اُبري آيو هيئَن پيالي ڪير؟

*

◆ شيريٽن: ڪراچيءَ جي فائيو اسٽار هوٽل جو نالو.

برساتِ پهاڙين تان،
ائن شعر پئي آئين، ڪلهه راتِ پهاڙين تان!

*

تمنار تِپيو آهي،
تو چنڊ مصوّر جئن ڪجهه نقش منجهس ناهي!

*

جا ڪالهه ڪتابن سان،
اَن ڪان تہ چڱي گذرِي هي رات رَبابن سان.

*

اونـار ٻُڌو، ٻيهو!
تو لاتِ لَنوي وَڻَ تي، هر وقت نہ ٻاٻيهو!

*

جنهن وقت ويون ڪَونجون،
اي روهہ سندءِ راتيون ڪيڏو نہ پَئي گونجون!

*

تون آنهہ نہ گهرڙي ۾،
ڇڻ پَنَ اُڏامي ويو ڪلههہ رات اُتَرڙي ۾!

*

ڪجهہ جيءُ بہ هاڻي تون!
هان، مَڏَ متو آهي ڪجهہ پيءُ بہ هاڻي تون!

*

آ پَنڌَ پرِي ڏاڍو،
چوٽيءَ تہ پُڳو آهي، آ هَٿَ ڇرِي ڏاڍو!

*

ڪو دؤر مري ويو آ،
ٿي هِندَ پُڏي خبرون تئگور مري ويو آ!

*

هو صبح ٿيو آهي،
آ هيٺ پَئِي مِينا هِن وقت سُتو آهي!

*

ٻَنچِي بہ آتيا ناهن
مان شعرلکان ويٺو سڀ نِنڍَ پيا آهن!

*

مون مَڏ چُڪِي پيتي،
◆ تو وڪٽرِ هارا کي ڳائي بہ نہ دل جيتِي!

*

ساڃاهہ صدين جي هان،
تون ڏاهہ صدين جي آن مان ڏاهہ صدين جي هان.

*

ڇا لاءِ سُتو ناهين؟
آ ميڙ پياڪَن جو، دَرَ ٻوٿ گُتو ناهين!

*

هِي زهر پيالو پِي!
ڪا ڏِکَ نہ ڏي ڏکَ جي، تون جيءُ اَجا ڪُجهہ جِي!

*

---

◆ وڪٽر هار: چليءَ جو راڳي شاعر.

چا چِٽَ ٻٽي آهين،
پنجاهہ ورهيہ ٿي ويا، پوءِ سِٽَ ٻٽي آهين.

*

اي نارِ ٻِلِي آئينءَ!
تون رنگَ منجهان نڪرِي ڪلهہ ڪيئَن هلي آئينءَ؟

*

جيڪي بہ ٿِئي، ٿي سو،
مون ذاتِ ڪنئي آهي، تو آهہ ڪنيو پيسو!

*

هي ڪوٽَ ڪٽين وچ تون
مان شعر ڪٽان پنهنجا، سڀ نوٽَ ڪٽي وچ تون.

*

يرَ! ايئَن ٻِنيوريءَ جا
چا لاءِ چنين ٿو تون پرَ ايِئَن ٻِنيوري جا!

*

مَن مان - سروور آ،
ڪيڏيون نہ ندیون آهن، جن لاءِ اُها گهَرَ آ؟

*

تنهن وقت خُدا آهيان،
جنهن وقت مصّور جئن سنسارَ پيو ٺاهيان!

*

ويدانت تہ ڪُجهہ ناهي!
هَر چِيز ٻَري پيئي هِت شانتِ تہ ڪجهہ ناهي!

*

جئن چارَ پکِي ڦاسن،
◆ اَڄ مائِڪوفسڪيءَ جا ٽا نظم ڦِڪا پاسن.

*

رُت آهہ رَبابن سان،
ٿي رات چگِي گذري صدبار ثوابن کان!

*

◆ مائڪوفسڪي: روس جو انقلابي شاعر.

نارو تہ وٺي ويندين،
واڳون بہ اَٽيئِي پر، چارو تہ وٺي ويندين.

*

انجامُ پيو آهي،
هو رِند ڪٿي آهن؟ هڪ جامُ پيو آهي!

*

آ گوڙُ گهٽائن جو،
ڪئن مور رُڪيئِہ پِڃري هي ديپُ هوائن جو!

*

اَت باک ڦٽِي آهي!
تو لاءِ ڇٽِي ڪهڙي؟ جڳَ لاءِ ڇٽِي آهي!

*

مون ڪالهہ ٻُڌو ڏاهو،
هي موت تہ نانگ آهي پر ذاتِ بہ آ ڇاهو!

*

ڪيڏيون نہ پَليون آهن!
ڇا ڇا نہ ڪِڙيون تِنِ ۾ هي ننڊَ وَليون آهن!

*

تون ڪيرُ ؟ ٻڌائي آن!
تون اڄ بہ تنبورو آن، تون اڄ بہ تہ وائي آن!

*

ٿا پير ڪڇن دل تي،
تو ناچ ڪيو، گھنگھرو ٿا ڇڻ تہ وَڇن دل تي!

*

”ڇو ذات اُٻهري آ؟“
”تو ڪانو لنوي نِم تي ٿِي چانڊُ ٽِپهري آ!“

*

من مان - سَرووَر آ،
پَربو تہ نديون ٿيندو، جِن کي نہ ڪِٿي تَر آ.

*

پينارُ وڏو آهين،
تو جهول جَهلي پنهنجِي، سَنسارُ سڄو چاهين!

*

آوازُ تہ سڀ ڪجهہ آ،
جو سازَ ڇپايو آ، سو رازُ تہ سڀ ڪجهہ آ.

*

ڇَڻ ڏَڻُ تہ ٻَري ٿو پيو!
توکي تہ لڳو سائو، هِي وَڻُ تہ ٻَري ٿو پيو!

*

ڪا آڳ ٻَري ٿِي پِئِي،
هَر هَنڌِ اَلا ان جا، هر ماڳَ ٻري ٿِي پِئِي!

*

هر روز وڃائين ٿو،
تو ڪَنتُ ڪَپي پنهنجو مُرلي نہ بڻائين ٿو!

*

ٿو راڳُ ٻري ٻاري.
چَپڙيون تہ هندو ناهن، ڪو ڏَرمُ نہ يَڪتاري!

*

چڻ ڀانءِ تہ ڪوري تي!
جو گيت پَئي ڳاتو مون ڪالهہ تنبوري تي.

*

کهڙو نہ تنبورو آ؟
ٿي ٻاهہ ٻري جنهن مان هٿ لاءِ تہ ڪورو آ!

*

ٿي رات وڳي نُمري؟
ڪو دور درخت آ ڇا، جيڏانهن ٻُڳي قُمرِي؟

*

هي گيتُ اُمنگُ آهي،
چڻ رات ڀِني آهي ۽ دوَرِ ڪُهنگ آهي!

*

پَرِ پاند نہ ٻارَن جا!
اِئن وَڻ تہ ڇڏي ويندا هِي لال ليارَن جا!

*

تو گيتُ وَڃي ڪهڙو؟
جو آهہ صدي ڳاڙهِي ۽ وقت جِئڻ وَهڙو؟

*

تو ۾ تہ پَيو جيئان!
جو جام نہ ٿي خالِي، تنهن مان تہ پيو پيئان!

*

ڪامِي نہ وسامِي ٿي،
ڪائي تہ ڇپِي آهي جيڪا نہ اَجهامِي ٿي!

*

هي هَٿ ڪلاڪن جا!
ڪولي تہ ڏسو يارو اَڄُ مَٿَّ ڪلاڪن جا!

*

هو چَنڊ ڪَتيءَ جو آ،
درياهہ پيو جَهلڪي چمڪاٽ بنٽيءَ جو آ!

*

تيسين تہ صَديون ڪُرندو،
ٻيهار اَچِي جيسِين ڪا سَئِنَ هَٿِي سُرندو!

*

مون وٽ تہ فقيري آ،
هو ڏانهن لِڙي وڃ تون، هوڏانهن اَميري آ!

*

ڇا پاڻُ ٻُجهايان مان؟
تو چَنڊ ٻَري ٻاهر ڇا لاٽَ وِسايان مان؟

*

هي ننڊ وليون آهن،
ڪيڏو نہ ٻِنيون آهن، ڪيڏو نہ جَليون آهن!

*

تون جنهن بہ گهٽيءَ وِيندين،
اي شام وَرِي منهنجي ٽي ڪَڪِ مِٽيءَ اِيندين.

*

ان لاءِ تہ مان آهيان،
چاهين تہ اچا ٺُنهنجو مان ڳاهہ پيو ڳاهيان!

*

ڇا لاءِ وِڌءِ ٺِمجَهڻُ
سنسار سڄو ئي ٺي، هان آءُ ڪَوِي تون ڪَرڻُ!

*

ها، موڪَ ٺيو آهي!
ڇو ايئن ڏِسِي ٺُنهنجو، منهن سوڪَ ٺيو آهي؟

*

ايڏو تہ عَلَم ٺاهيو،
آڪاس رَسِي جيڪو اهڙو تہ قلم ٺاهيو!

*

تون اَڄ تہ سانورڙي!
هي آهہ نئون مندر ڪُجهہ نَڄ تہ سانورِڙي!

*

ڏِسُ، ميلُ ڏِياتيءَ ۾!
سُرهو تہ وڏو ڪيڏو تو تيلُ ڏياتيءَ ۾!

*

◆ مان ڪيرُ اڙي بُلاَ!
تو لاءِ جُتِي آندم، ڪجهہ لَڙڪ جَڙِي بُلاَ!

*

❖ اڄ رات تہ رِلڪي ڪي
تو آنءُ پڙهان ليٽِي ڄڻُ سَمندَ ڏَنڏِلڪي ڪي.

*

ايندا تہ جِئِيڻ سانا.
● انسان ڪروڙين پر ايندو تہ نہ سنتيانا!

*

---

◆ بُلا: پنجابي شاعر بلي شاهہ.
❖ رلڪي: جرمنيءَ جو مشهور شاعر.
● سنتيانا: جارج سنتيانا امريڪي فيلسوف.

تَڪراو پيالن جا،
فانوس ڀَرن ٽا پِيا اڄ رات جِيالن جا!

*

❖ ڇا ويڇا ڪِري آهي؟
آ تَؤنس لڳي تَن ڪي، ڇڻ مُندَ ڦِري آهي!

*

ڀَهروپَ هُيا ڀوليءَ،
تو چنڊُ ڏٺو آهي، ڪنهن وقت اسان ٽوليءَ؟

*

دَفَ جِيئَن وڄايان ٿو،
هُو چَنڊُ، جڏهن توکي اڄَ راتِ نچايان ٿو!

*

هي ڏيڍ سٽا آهن،
جئَن چنڊ گَهٽائُن ۾ هي ايئَن ڇٽا آهن.

*

---

❖ ڪِري: پرهيز.

هِي ڪير جَتائن ۾؟
ڪنهن وَڍَ نہ واهپرو جِن لاءِ گهتائن ۾!

*

ٻيلو تہ اڪيلو آ!
جَڻُ رات پئي ڇُلڪي، ڪوئي تہ ٻتيلو آ؟

*

◆ ڪنهن راز جيان سُوندا
اَڌ رات ٿِئي پيئي آ سازَ جِيان سُوندا!

*

❖ پَـڙلاءَ هِـلايا ۾،
مـان شعر لکان ويٺو هي واءُ هِلايا ۾!

*

دوُنهون تہ وجي ٿو پيو!
جَڻ مِلَ وياٸي آ ڪُونهون تہ وجي ٿو پيو!

*

◆ سُوندا : هڪ ڳوٺ.
❖ هلايا : هڪ ڳوٺ.

ڪيڏو نہ مُنو آهين!
تون ڪُڙم منجهان هوندي ڇا لاءِ ڪُنو ناهين؟

*

درياهہ مَٿان ڪِلندِي،
ميهارَ ملي ويندا، سُهِڻي نہ وَري مِلندِي!

*

ڇڻ مَنڊُ گهُري ٿو پيو!
برسات جيان پيجل، پيهارُ پُري ٿو پيو!

*

ڏس رات پِني آهي!
هر رات جيان ڪَوتا تو اڄ بہ ڏِني آهي!

*

چَوَندين تہ رباب آهي،
تو آنءُ سِگهان خوشبو، مون لاءِ گلاب آهي!

*

هي راهہ عقابن جي،
ٿا ابر اچن وِڄُ ٿي، آ ڪاهہَ ربابن جي!

*

پيهار اهو پُرندو؟
ڪيڏانهن وَئين پيجل، تون ساز ُڪٽِي سُرندو؟

*

هي ڏينهَن ڏَرڙ جئن آ،
جنهن مَنجهہ چُپيل منهنجو چڻ شعر گَرڙ جئن آ!

*

تو مورِتِيُون تاهِين،
هر روز اُهي ڊاهي، هر روز پِيُون تاهين!

*

هر شعر شباب آهي،
هر سِٽَ صراحي آ، جنهن منجهہ شراب آهي.

*

رنگ رَنگ ٻوليءَ ۾،
جڏهن بسنت ايندو آ هيل آءُ هوليءَ ۾!

*

اُستاد هُيو فاني،
جنهن وقت مليو مون سان ڪلهه ياد هيو فاني.

*

مون شاعرِي ڪنئي آ
تو سَو خوشيون ڪنيون، پَر مون هڪ خوشي ڪنئي آ!

*

اڄ رات راڳُ ڳائي
◆ آڪاشِ تو پُڇايو مارُو ٻهاڳ ڳائي.

*

مونکان ڇا تو چاهين؟
غالب! تنهنجو شعر هتي آ تون ته ڪٿي ناهين؟

*

---

◆ مارو ٻهاڳ: هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

جوش مليح آبادي؟
اهڙي ڪابہ عَدالت، جنهن ۾ آنءُ ٿيان فريادِي؟

*

جي واتَ ڀُلِي ويندين،
سنسارُ وڏو آهي اي يارَ رُلِي ويندين!

*

ٿيشن نہ ڪِٿي ايندي؟
ڪيڏانهن پَتا ڇُهندِي ڇا ريلَ هلي ويندي؟

*

چوڏس تہ ڇِتاءُ آهي،
پر مون نہ ڏٺو اُن ۾ آخر تہ خدا ڇاهي!

*

سب ڀولَ ڀڄون ٿا پيا،
پرڏيهہ اَڏارون ڏَئي ڪيڏانهن وڃون ٿا پيا.

*

ڪا گهرج نہ ٻاهرَ جي!
◆ ٿي راس اَچي ايڏِي ٿُلسيءَ هوا گهَرَ جِي!

*

سَپنا بہ عجيب آهن!
مان دوُر اُهي توسان ڪيڏو نہ قريب آهن!

*

رهندينءَ نہ تہ چا ٿيندو!
اي عمر! اجا اِڳتي ڪَهندينءَ نہ تہ چا ٿيندو!

*

مهمان سرا آهي،
ڪو ڪيئن چَوي اَڄِي ڪنهن وقت قَضا آهي!

*

تو ماڪَ مٿان لاهي،
رابيلَ ٽِڙي پَوندِي، چَوندين تہ خدا آهي.

*

◆ ٿُلسي: ٻوٽي جو نالو، جو هندو گهر ۾ رکندا آهن.

چڻ مَندُ وَڏِي اڳتي!
تون ٻيلهہ، هَنو ساڳو، ٿو چنڊ وَڏِي اڳتي!

*

تون تارِ تَرِي وينڊين؟
چا لاءِ اَٻالو آن جي نيٺ مَرِي ويندين!

*

آيو تہ اَتل آهي؛
چڻ چورُ ٻَپَن تي آ، هِي ڪير؟ اَجل آهي!

*

زيتُون ڪِريو نہ ٻهہ،
ٿِي تارِ مٿان آئي، جنهن وقت چِتونءَ چَهہ چَهہ!

*

ڪو خوابُ هئي گاڏِي،
هو ماءُ ٻَچن سوڏِي هو ڏُڏَّ ٻِري چاڏِي!

*

ڪُجھ ڳھارِ سَرائُن ۾!
آ نيٺِ ھِتان ھَلڻو ٻيو، پارِ قَضائُن ۾!

*

ھِي ڳھاٽَ مٿان ڪيئِي،
ٻيڙي تہ وئِي ٻِرجِي، ويئِي بہ آڙي ويئي!

*

اي موتَ اَچا جيئان!
آ ڏُڪُ بچيو باقِي، ڪُجھ ترسُ اھو ٻيئان!

*

ٻانيُءَ تہ مَرِي ويندس؟
سنسارَ! ھميشه لَءِ مان ڪونہ تَري ويندس!

*

تو وَٽِ جيان ڪامان،
◆ ڪا مَتِ نئين آھيان تو جيئن ڪبيرا مان!

*

◆ ڪبيرا : اي ڪبير! (ڪبير: ھنديءَ جو شاعر)

بيڪار نہ ڪَرِٽي آ،
اوندهہ تہ نہ آ هر شيءِ، ڪا جوتِ نہ مرٽي آ.

*

تو لاءِ تہ پارَت آ،
جنهن لاءِ بہ آيو آ، هي موتُ ڳجهارَت آ!

*

◆ ڇا تون تہ سَڌارت نانهہ؟
ڇو پيار سَوا تُنهنجو ڪوئي بہ پدارٿ نانهہ!

*

تون ڪونہ مَرِي مَرندين،
ڪجهہ ڏينهن رَهِي پاسي، پانيان تہ وَرِي ورندين!

*

هي موتُ اکر آهي،
ڏِسُ هِيءُ بہ ساڃاهي، هر چيز اَمر آهي.

*

---

◆ سِڌارت: گوتم ٻُڌ جو نالو.

اي موت جڏهن ايندَين،
تون گيتَ ٻڌي مُنهنجا، ڪجھہ وقتُ تہ سوچِيندين!

*

ڪيڏانهن وَنِي ويندين؟
هر طرف تہ مان آهيان جيڏانهن وَنِي ويندين!

*

ٻِيهارَ جِياري ٿي،
هي ڪوهہَ اڪِيان نيسَر ڪا ياد ڏياري ٿي!

*

هي چانهہِ مَرِي وَئي آ
هوڏانهن ڪَنڊِي ڪائي، جنهن هيٺ ڪِري پَئي آ!

*

سوگهو تہ هيو ڏاڍو،
هي ڏار هوائن ڪان، پر ڪَيرُ چَوي؟ واڍو!

*

ٿا پاڻ رکُون خبرُون،
هڪ طرف سَٿون تُنهنجون ٻي طرف سَوين قبرون!

*

ٿي لاٿ ڪَري سانجِهي،
ڪو ٿاهہ نہ ساگر جو، هو هيڪلِڙو مانجهي!

*

اڄ رات خُدا ايندو،
تون آڻ ٻہ تازا گل، جو موتَ جُدا ايندو!

*

ڇا زَهر پِيارينديِن؟
سقراط جيان مونکي پيهار جِيارينديِن؟

*

بَس! آنءُ رُڳو آهيان،
آ سمنڊ اڳيان ڪيڏو، ڪيڏانهَن ڦُڳو آهيان!

*

اي موت! ڀَلي اَچ، وِيهُه!
تون لاهه جُتِي ٻاهر ۽ پوءِ اسان وٽ پيهُه!

*

چڻ هيلَ تہ آڻِ آهي!
هي روز تِکا چاقو، ڪيڏي نہ سَراڻِ آهي!

*

ٿو جاڳَ نہ چاهين تون؟
ڪا ننڊَ انوکي آن، ڇا موتَ نہ آهين تون؟

*

تون ڪيرُ؟ نہ ٿو ڄاڻان
ڇا لاءِ ڀڄو آهيان مان هيئَن ڪڏهن پاڻان!

*

تون ڪيرُ؟ اَجل آهيان
مون ڏانهن اَچين ٿو تون؟ پر مان تہ اَزل آهيان؟

*

توتي تہ رکِي آهي!
سُقراط تہ ناهيان مان پر زهر چکي آهي.

*

گهوڙو نہ جَهليو، ويندس!
بَس هاڻ گهٽو پِيتو، بس هاڻِ هَليو ويندس!

*

چڻ چنڊ بہ پيلو آ!
ميهار ويو ڪاڏي؟ اڄ روحُ اَڪيلو آ!

*

آ موتَ وڏو ڏوڏو،
هر ڳالهہ وساري ٿو، آن جو تہ رڳو لوڏو.

*

اي! موتَ نہ ماريندين،
تون آنهہ رڳو ڏِيئو، بَس راتِ اُجاريندين!

*

اي موتَ ڪَڪَرَ آهين،
گهنگهور گهٽا وانگر ڪيڏا نہ چَڪَرَ آهين!

*

مون ڪان بہ ٻِراهون ٿِي،
ٿو موتَ مَرِي هَرڪو ٿون موتَ مَٿاهون ٿِي!

*

ٻاٽو تہ اِهوئي آ!
تون آءُ ٻِڪِي، دل جو داٽو تہ اِهوئي آ!

*

سنسارُ مَڇيرِي جو،
ٿو روز مَڇيون ماري، هِي چارُ مَڇيرِي جو!

*

هِي سمنڊ اَجهاڳُ آهي،
جنهن لهر مٿان آهين سا لهر تہ ماڳُ آهي!

*

ڪنهن ڪي ٻه پَرو ناهي!
تو سمنڊ هٽي ڇوليُون ڪوئي ٻه تَرو ناهي!

*

ڪيڏانهن اڳي نِينديِن؟
اي موت! مسافر آن ڪِٿ راتِ گذاريندين؟

*

تون موتَ- گهڙي آهين؟
ڇا لاءِ ڊڄان توکان ايڏي تہ ڪَڙي ناهين!

*

اي موت مِنو آهين،
جئن آنءُ ڏئو توکي ٻي ڪنهن ٻہ ڏئو آهين؟

*

تو ڪجهہ تہ ڇَيو آهي!
هئن وَڏَ ڦڙو مون تي ڇا لاءِ پَيو آهي؟

*

اَڄُ رات رَتَل آهي،
اڄ رات هتان هلجي ميڙو تہ مَتل آهي؟

*

تون ڪيرُ مُگرَ آهين؟
درياھ وهي ٿو پيو، ڇا ننڊَ ڪپرَ آهين؟

*

سنسارُ بہ مايا آ،
جو چنڊ وڃايو آ سو چارُ بہ مايا آ!

*

ڇا ڏيهہَ ڇڏين ٿو تون؟
جي هَيلَ پُنِي آهي، ڪيڏانهن لَڏين ٿو تون؟

*

تون مان تہ مڇيون آهيون!
ٿو موت جڏهن ماري ڪيڏيون نہ اَڇيون آهيون!

*

جي موتَ ڏِنو پيڙو،
خود ڇُهنب منجهان ڪرندو، اي ڪاٺ ڪُنا ڪِيڙو!

*

وَڻ ڪي بہ تہ پَر آهن!
تو چانهِہ ڏٺاڪونَهن اَن لئہ بہ سفر آهن!

*

ٻيهار ڪڏهن ملندو؟
اي راهگذارو هو ڪيڏانهن ويو ڪِلندو؟

*

ڪيڏانهن وَئين؟ ڪِلٽِي؟
تون نانهہ وري، مُونکي ٻيهارِ ڪڏهن مِلٽي؟

*

ڇا آنءُ اَڪيلو هان؟
’تون‘ ساٿُ ڇڏي ويندين، ’هو‘ آهہ سدا مون سان.

*

هَل وقت پُنو آهي؛
اهڙو بہ پکي آ، جو وَڻ لاءِ رُنو آهي؟

*

ڇا جهونجهِڪڙو آهي!
ڪائي تہ ٻُتي آهي ڪوئي تہ ڀِڙو آهي!

*

رت پونءِ رُڳو ماٺهو،
تو موتِ مَري پَنهنجي، جي پونءِ رُڳو ماٺهو!

*

تون ڪَير؟ ملايَڪُ آن،
ڇا آهہ بہ ڪجهہ اڳتي؟ مون لاءِ وڏو شَڪُ آن؟

*

ڪوئي تہ چوي ساڏو،
سنسار ڪُتو آهي يا آهہ ٿيو واڏو؟

*

ڪيڏو تہ ڦڏو آهين!
تون ڪيئن اَٽو هوندين ايڏو تہ وَڏو آهين!

*

ٿو ڳجُهہ سَلِڻ چاهِين؟
ڏسجانءِ متان پنهنجو تون پاڻُ رِڳو ڊاهِين!

*

تون نانهہ ٻَري سائِين!
مون سَمندُ ٻئي سُونجهو، ڇا لاءِ تَرِي تائِين!

*

آ پارِ ٻُڳي ٻيڙِي،
ڪوئي تہ پتڻ تي آ، يا آهہ رُڳِي ٻيڙي؟

*

نادانَ پيو ڳوليان،
تُنهنجو نہ پتو جَن سي اِنسانَ پيو ڳوليان.

*

چا راهہ ڪَٽِي ويندين؟
تو هَٿَ ڏنو آهي ڪيڏانهن وَٺِي ويندين؟

*

چا لاءِ پيو دانهين؟
جا روز سَڏي پيئِي تنهن آد جيان آهين!

*

شهناءِ جيان آهيان،
ڪنهن آهہ وَڄيو مون کي جو هاءِ جيان آهيان؟

*

تو سورُ ڏَئِي مارِين،
پيڙا تہ ٺهيو، چو تو، تون پورُ ڏَئِي مارين؟

*

مان موتَ مَتاهون هان،
جي ڏورُ ڏسين مون کي اگ ڪان بہ آڳاهون هان!

*

چا رَوِءِ زمين آهين؟
ڪِٿ ناهِ مڪان اهڙو، جت تون نہ مَڪِين آهين!

*

هر رَڙ بہ تہ آ مايا!
تاريخَ سَڄِي پيهَر جي گهڙ بہ تہ آ مايا!

*

تو هانءُ هِڃِي- سپنو!
تو ڏَپُ ڏِنِي ڪَنهنجو؟ تو ڪيرُ ڏِڃِي- سَپنو!

*

هي نادَ وڳا ڪنهن لئِہ؟
ڪوئي تہ ڳوالو مُئو چِڙڪيا تہ ڏِڳا ڪنهن لئِہ؟

*

موتَ هڪ جُدائي آ،
جا اڳي ڪڏهن توسان آنءُ آزمائِي آ!

*

هڪ نئون نِڪار آهي،
جي اڃي خزان کان پو موت هڪ بهار آهي.

*

زندگي پِرولِي آ،
پر ڏسين اگر سوچي موت کان بہ سولي آ.

*

آ ڪائنات ڪيڏِي!
اي چنڊ! اي ستارو!، ڪنهن جي برات ايڏي؟

*

اوچِي نِهارَ ڪنهن جِي؟
اي ڪائنات تو ۾ ايڏي اُڏار ڪنهن جي؟

*

ڪهڙو پکيئَڙو آن؟
توڙي وئين اُڏامي تون اڄ بہ لِيئَڙو آن!

*

وقتَ جئَن نہ تَکَ ڪوئي!
عمر ڪان ڪسي ڳنڙي هِئَن ويو نہ اَکِ ڪوئي.

*

ٿو وڃان پَري تائين،
اي اَنَنت ڳولها ۾ سمنڊ جي تري تائين.

*

ايڏو بہ نہ ٿي پَڏٽو!
آ ڪپڙ هِتي جنهن ڪي آهي نہ هِتان لَڏٽو.

*

سپنا اياز سائين!
ڇو ائن ڇڏي وئِين تون، ساڀيا اياز سائين؟

*

سُک چاڻُ تہ آهي ڇا؟
ڏُک آهہ سندس ڪارڻ ڏکَ چاڻ تہ آهي ڇا؟

*

هي جو چَنڊُ چانڊُ،
ڪيڏِي تتيءَ باھہ سان ٻري ٿو برهمانڊُ!

*

تنهنجا پارَ اَپارَ
ڪويل جي نَھہ پھہ پُڄي ڪَتِين ۾ ڪوڪارَ.

*

ڏولي تہ اچي ٿِي پئي،
ڪو آھہ پٺيان پردي، ٻولِي تہ اچي ٿي پئي!

*

ٻولِي تہ سنڌءِ سولِي،
مون لاءِ تہ تونِ ائن آن، جئن ماءُ ڏِئي لولِي!

*

خاموش! خُدا آهي،
تو لاءِ جُدا هوندو، مون لاءِ جُدا ناهي.

*

چڻ سَنبَ پيا تِرڪن،
ڪوئي تہ مَرِي ويو آ؟ گھوڙا تہ پيا ڇِرڪن!

*

تو ڪان تہ وڏو آهيان،
ٿا سَمنڊُ چون توکي، ڇا آنءُ ڦڙو آهيان؟

*

ڇا تارِ تران توسان؟
درياھ تہ آ ڪيڏو، ٻي پارِ تران توسان؟

*

ڪجھ سوچ تہ سَرتا آ
هوڏانهن ٻہ ٽي ڪِيڙا، هيڏانهن اَمرتا آ!

*

تون ئِي تہ سَهارا آن،
سنسار نديءَ وانگر، تون ڪَپَّ ڪنارا آن.

*

تائِيدَ تہ ڪا ناهي،
مان هيل ٻچي ويندس اُمِيد تہ ڪا ناهي!

*

هي ساهہُ بہ تون آهين،
سيسارُ بہ تون آهين، درياهہُ بہ تون آهين!

*

هي تارَ بہ تون آهين،
ميهارُ بہ تون آهين، سيسارَ بہ تون آهين.

*

بَسِ آن هليو ويندس،
هِي آهہ سِڏو توڏِي، ڪَسِ آنءُ هليو ويندس.

*

ڪا باڪَ اِئين ايندي،
مان ننڊ پيو هوندس ڏونڌاڙ پئي ٿيندي!

*

پيرو تہ اچا ساڳيو!
ڪيڏو نہ پري اُڏرِي هان ننڊ منجهان جاڳيو!

*

وَڄُ ڏُور مُدامي وَڄ!
تون سار نہ پيجري ڪي، ڪنهن وقت اَڏامي وَڄ!

*

اي عُمر وڃين پيئي؟
درياهہ پيو ڇُلڪي تون بَندَ ٻَڌڻ پيئي؟

*

اڄ ڳاٽَ ڇَمِي تُنهنجو،
في الحال ٻَڏي ٻيڙِي، مون ڳهاٽَ گهمِي تنهنجو.

*

جي چَنڊَ جَهلِيو ويندس!
ڪيڏو بہ ڪَپَر ڪُرندا، اي ناوَ، هليو ويندس!

*

ڪيڏو نہ مِٺو سپنو!
آ باڪ ڦٽِي؟ پنڇي تو راتِ ڏِٺو سپنو!

*

هي ساهہ گھٽو رهندو؟
اي ناوَ! هَليو ويندس درياهَ پيو وَهندو؟

*

تو نيٺ مَڇِي ماري!
ٿو واهہُ ڇُلي اَن ۾ بي ساهہُ نہ سينگارِي!

*

ها چَنڊُ مَڇِي آهي،
پر ماڳِريو سارو هِي مَنڊ مڇي آهي!

*

چوڏول پيو ڦِرندو،
تون هيٺ مَٿي ويندين، هو گولُ پيو ڦِرندو.

*

چا لاءِ وِڏءِ گھانگھو؟
ڪيڏي نہ مزي سان تي ڪلهہ رات ويو ڄانگھو؟

*

جي راتِ وَهيا ٽِيندِي!
تِن شامَ ڪَجيءَ تي ٿي ڪُجهہ نِنڊَ اچي ويندي!

*

منهنجو بہ خُدا آهي،
ڪنهن وقت گلاب آهي ڪنهن وقت صبا آهي.

*

چا پَنڌَ پُڄائيندا؟
◆ ڪنهن وقت هَڏا منهنجا شرناءِ وَڄائيندا؟

*

اي پوپٽڙا ڪيڏانهن؟
جيڏانهن نظر آيو تو آهہ خُدا تيڏانهن؟

*

---

◆ شرناءِ: شرنائي، شهناءِ.

ٻي ڪي ٻہ پِراڻ آهي!
جي ڇاڻَ اِها ڇاٽِين خَنجر ٻہ مِياڻ آهي.

*

تون تيز ڪَتارِي آن،
◆ مرهم ٻہ تہ تون آهين، تون وارُ ٻہ ڪارِي آن!

*

ٻيهار نہ هِي ايندو،
پَل گلُ جِيان آهي، ويندو تہ ڇِڻِي ويندو.

*

اي موتَ! ٻِلِي آئين!
موڪل نہ وَتَئِہ مونکان، جنهن وقت هَلِي آئين!

*

ڇو ذاتِ وِسامِي ٿِي؟
ڇا باڪ ڦُٽِي آهي ڇا راتِ وِسامِي ٿِي؟

*

◆ ڪاري وارُ: خطرناڪ حملو.

ڪارِي ٻـ نـ ڪيڙائو!
تو سَمنڊُ ڏِسين ڇا لئہ تون سڄً لَٿي پائُو؟

*

مون لاءِ گهَٽا ڪُپڙيءَ؟
ڪي ڏينهن اڃا هَلندا، هي ڪُڄُهہ ڪَٽا ڪپڙيءَ!

*

ٻيهارَ ٻـ ملنداسِين،
ڪنهن دورُ ستارِي تي ٽيهِارَ ٻـ ملنداسِين.

*

بس ڇانَ پُني آهي،
مون لاءِ رَڌي تو هيءَ ڇاڪاڻ ڪَني آهي؟

*

آ جاڳَ وَڏِي ويٽرِ!
ٿي جهونجهڪڙو جيسِين تو ننڊَ نـ آ تيٽرِ!

*

جِئَن ماڪَ اَڏامي ٿي،
اِي آدِميو! آخر هي خاڪَ اَڏامي ٿي.

*

آهي ٻـ تـ ٽيا آهي؟
جنهن جوڙَ سَڄِي جوڙِي ڪوئي تـ خدا آهي!

*

تون عرش ٻُڃائين ٿو؟
هِي ٻِيرِ ٻَري ويندا جن لاءِ ڪَنائين ٿو!

*

هي گهاوَ هُيا تُنهنجا؟
ٿي آنءُ انالاحق چيو، ٽِتراوَ هُيا تُنهنجا.

*

اي موت لَهِي سگهندين؟
ايڏو تـ ٻَرِي آهيان تون ڪِيئَن ڪَهِي سگهندين؟

*

تون ڳولَ خُدائيءَ ۾!
آ ڪيرُ ڪَنو توسان هر وقت جُدائيءَ ۾؟

*

اڳتي بہ سفر آهي،
◆ استاد بخاريءَ ڪي، چَوُ پيرَ تہ ڪجهہ ساهي!

*

چوڏار ڪتيون آهن،
سنسار ٻَري ٿو پيو، ڪيڏيون نہ ٻتيون آهن!

*

ڪجهہ وقت ٿَري ويندو،
جي موت گهٽائن ڪي ڏِسندو تہ ٿَرِي ويندو!

*

ڪنهنجي نہ مچي ٿِي پئي،
سَئو ڏَڏَ ڏِيو يارو، هي دل تہ وَڃي ٿي پئي!

*

---

◆ استاد بخاري: سنڌ جو مشهور شاعر.

ڪا موتَ مَهل آهي؟
ڪنهن لاءِ ڀُڏي ڀوڇي ڪائي ٻہ ڪَهل آهي؟

*

ٿي دانهن تہ دُورين مان!
جنهن وقت وَهيا ڪڀريا، بَندوقَ ڪجورين مان.

*

ڇا نِنڊَ سَڏي ٿي پَئي؟
ڪيڏا نہ وَڃائي اَڃ هئِن گهنڊَ سَڏي ٿي پئي؟

*

سنسارُ ڏسان توسان،
اي چَنڊَ اگر ترسِين ڀيو پارُ ڏسان توسان!

*

چڻ دُور پِيارن سان،
مون ايئَن ڪيون ڳالهيون، ڪلهہ رات سِتارن سان!

*

سنسارَ جيان سپنو؟
جنهن ننڊَ اکين ۾ آ، تَنهن پارَ جيان سپنو!

*

هي موتُ تہ پَلُ آهي،
جنهن راتِ ملين ٿي تون سا راتِ اَزَلُ آهي!

*

آ جڳَ سَچو سَپنو،
هِي ماڳَ بہ اَن وانگر، جِئَن دڳَ سچو سَپنو،

*

اَڄُ مور هُيس ڇا مان؟
اڄ رات گهٽا وانگر، گهنگهورُ هيس ڇا مان؟

*

جنهن وقت مَرِي ويندس،
درياهہ وهي ٿو جو تولاءِ تَرِي ويندس.

*

هِن لوڪَ منجهان لَڏجِي،
هَتُ نانهہ رهيو هَتَ ۾، ڪيڏانهن وَيو ڇَڏجِي؟

*

ڪنهن جاءِ مِليون ڊيلون؟
ڪيڏانهن وئي ڪُتيا، جنهن جاءِ تِليون ڊيلون؟

*

ڪيڏيون نہ ٻِليون آهن؟
سَوَ سال اڳي پياريون، جنهن جاءِ مِليون آهن!

*

اي موت سنڌءِ ٻولي،
ايڏِي تہ مِٺي آهي، جنّن ماءُ ڏِني لولي!

*

جيئري تہ ٻِٽي ڏاڍِي!
اي موت! سُمهڻ ڏيندين ٿي نِنڊ ڦِٽي ڏاڍِي.

*

قدرت تہ حساب آهي،
هَر انگَ اکر اُن جو محفوظ ڪتابُ آهي!

*

موت جي قريب آهين،
پو بہ ايترين مَستيون، ڪيترو عجيب آهين!

*

ڪو نہ ٿو لڳي ڪوڙو،
موت هڪ ڪهاڻي آ، جا ٻُڌي پيو ٻوڙو!

*

دَردُ آهہ ڇاتيءَ ۾!
پو بہ ڪيترو آهي آسرو حياتيءَ ۾!

*

◆ هِي جاءِ ادب آهي،
هت اَءُ جُهڪي ويجهو، اي موت جُتي لاهي!

*

◆ جاءِ ادب: ادب جي جاءِ. زير اضافت ڪم آندل آهي.

اي موت! جڏهن ايندين،
ڪنهن وقت به مون غافل پَل لاءِ نہ پائيندين!

*

اي موت! پڇيئہ ڪنهن لاءِ؟
هر وقت تہ ٻاهر آ، ڪنهن جاءِ ڪڏهن ڪنهن جاءِ!

*

ڪو ڪٿ نہ هاٺي جو،
ڪيڏو نہ مگر سوچيو تو آهي سياٺي جو.

*

هي پَٽَ منجهان پينگهون،
تو لاءِ اسان باقي، ڪجهہ سالَ پيا اِينگهُون!

*

ڪٿ ڳوٺ ڇڏيندس مان!
جنهن وقت سڪر آيس تو ڏانهن بہ ايندس مان.

*

اوتارَ اچن ٿا پيا،
تون آنهه لَڏي سان گڏ، آثار لڳن ٿا پيا.

*

مي پَنڌُ پَهاڙن جو!
ميسين تہ پُلو ناميان کو هَنڌُ پَهاڙن جو!

*

کيڏانهن جُهڪي ڏاچِي،
اڄ ڪالهہ سياست جي مون واڳَ ڀَڳي جاچِي.

*

هِڪُ مينهُن ڪَري ڪَڙڪا،
پيو وِڄَ وراڪا ڏي ۽ رعد ڏِئي دڙڪا.

*

طوفان لڳا ڏاڍا،
ڪيڏيون نہ ٽُٽيون تاريون، ڏِسُ ڏارَ ڀڳا ڏاڍا!

*

پورِي تہ ٿِئي پَن ڇَڻَا!
ڏسجانءِ جڏهن پائن، پهراڻ نوان وَڻَ ٽَڻ،

*

سُو سجُ ڪِڙي پوندا،
جنهن وقت بسنت ايندو گل اِيئَن ٽِڙي پوندا!

*

هي روجُهہ هيو رِڻَ ۾،
جو رات چِلانگن سان ڪيڏانهن ويو ڪِڻ ۾!

*

ٽِي بَسَ وچي تڪڙِي،
هِي شهَر وَڏِي ٿو يا ٽِي چارَ اَٺي مَڪڙِي!

*

ڪو چَرس چڪي اِڳيان،
آ بَسِ هوا وانگر ٿو موت وچي دڳ تان.

*

جي پارِ پُڳا ڪَرها،
چا لاءِ پُڇيئِہ هاڻي آرهاڪِہ هُيا سَرها!

*

ڪا باڪَ اُڀرٽي آ،
هن سڄَ جيان سَچ جي ڪا ساڪَ اُڀرٽِي آ!

*

تون سوچ تہ پَنتُ آهيان،
نانڪ بہ گرنٿ آهي ۽ مان بہ گرنٿ آهيان.

*

جا واٽَ وِچان ٿو مان،
پيرا تہ چِٽا آهن اي ماٽَ وچان ٿو مان.

*

پانيان تہ پُلو آهي،
پنجاب نہ ٿو ڄاڻي باهو ڪِہ بُلو ڇاهي!

*

مون لاءِ پتائيءَ جو،
ڇا لاءِ سدائين هو پيغام جدائيءَ جو؟

*

هر وقت سنڌءِ سارُون،
تون دورُ سَهين تِڙڪن، ڪنهن وقت به ديوارون.

*

آ پارِ پتڻُ ڪَرٽو،
ريپدارُ ته سڀ ڪان پو، اڳوات ته ڏَنُ ڪرٽو.

*

هِي سِرَ نه سِرُون آهن!
جيڏانهن به ڏس پيلو ڪيڏا نه مِرُون آهن!

*

ويساهه ڪيو وپڙها،
ڪنهن وقت وري ايندا شهتوت مٿان هيڙها!

*

گهنگهور گهٽائن ڪان،
هوڙا تہ بچي ويندا، پَر تيز هوائن ڪان؟

*

اڄ چَنڊُ تہ ساڻُ آهي،
تون وڳِ وٺي ويندين؟ ڪجهہ دورُ وٿاڻ آهي!

*

اي خواب! ٽِڙيا ماشا!
جڻ ڳامہ ڳجهن جو ها ڪنهن هَنڌِ سَوين لاشا!

*

ڪجهہ ڏُونڌَ پئي تاڙي،
ڪا هِلِ هوا ۾ آ هيڏانهن ڳِچي لاڙي!

*

ڪيڏانهن ڪَهن ٿا پيا؟
گهوڙا تہ سَوين ٿُڪرا ڄَڻ هيٺِ لَهن ٿا پيا!

*

هي جَهنگَ وَڏو آهي.
هيڏانهن لَڙُون هاٿي، ايڏانهن کَڏو آهي!

*

تون آنهه ته پاٽيءَ ۾؟
هوشو بہ مَئُو هو پَر ٿِي ويڙهه مياٽي ۾؟

*

هاٿي ته دَرندا ها،
ڪنهن وقت ته چڙ مون وٽ انسان پرندا ها!

*

تون هونءَ مَري ويندينءَ،
اي سِنڌَ بَچِي ويندينءَ جي هاڻِ ڏَرِي ويندينءَ.

*

ڪيڏِي ته ڪَڏي ڪُرسي،
مونکي ته اچي ڪِرسي، ٿو نانءُ ٻَڌي 'ڪُرسي'!

*

هي شهر تہ پيلو آ،
ڪيڏا نہ مِرُون آهن انسان اَڪيلو آ!

*

ڇا لاءِ جُهرِين ٿو تون!
جي روس اهو ناهي ڇو پاڻُ نہ ٿِين ٿو تون؟

*

وِجُهہ ڏوڙ سياسَت تي!
انسان رَهيو آهي ڪنهن وقت بہ هڪ مَتِ تي؟

*

ماڻهو بہ مرُون آهي،
هُو 'آنءُ' رڳو آهي، ڪنهن وقت بہ تون ناهي.

*

ڪجهہ وقت 'اسان' آهي،
تاريخ پڙهي ڏسندين بالآخِرِ 'مان' آهي!

*

اي ڪڪَ! سياست جي،
تو روز هٽين مونسان ڇو جڪَ سياسَت جِي!

*

تو ڇونہ ٻَڌو مونکي؟
تو ڪوڙ هلي ڪيڏو تو ڪونہ ٻَڌو مونکي.

*

هڪڙا تہ سَهن وانگر،
ٻيا ڏِس تہ لڳن تا پيا نَاهر جي نَنهَن وانگر!

*

تون قومَ ڪٿي آهين؟
تون خود بہ نہ ڄاڻين ٿو، چاهِين بہ تہ ڇا چاهين!

*

تون خَبطُ صدين جو آن،
سمجهين تہ ائين ٿو ڄڻ تون رَبطُ صدين جو آن.

*

اي مِينهَن! مَرڻَ ايندا،
تون تارِ تَرائِي ڪَر، هَر راتِ هَرڻ اِيندا!

*

اي هُبَ هَلي ويندينءَ!
ڇا ڪونہ وَسائِيندينءَ تِي اُبَ هلي ويندينءَ؟

*

ڇا لاءِ ڀِلا واريءَ؟
طوفان ڏِڪيا آهن، هر وقت سَلا واريءَ!

*

اي ڀاتَ ڪري ڏاڍا،
هوءَ ڇِپَ وَئِي اُڏرِي، چرڙاتَ ڪري ڏاڍا!

*

ائن وَهتُ نہ ڀاڃاريءَ،
اِن رِيت لِکيو آهي هي ليکُ ٻہ ليکاريءَ!

*

مون کي نہ ميارون ڏيِ!
◆ ڄڻ وڄُ ڪِري پَئي آ اڄ ڏنَ مٿان تنهنجيِ.

*

توئي تہ گهُريون ڇورا!
❖ ٿَر ڪالهہ وَيا تيلهيِ، تون ڪاءِ ڪُريـون ڇورا!

*

جنهن وقت ٻوِي پارو،
گورو بہ ڏکي تَنهن ۾ تو جيئَن ڏکي ڪارو.

*

ٻِي ڪابہ دوا ڪِينَ آ!
هِي مرض سياست جو، تَنهن لاءِ ڪِلوٽِين آ؟

*

تو لاءِ تہ گهاٽُ آهي،
ڪِن لاءِ ندي جنهن مان ٽي ناوَ اُڇاٽَ آهي.

*

---

◆ دَنِ: گاهہ يا اَنُ ڪٽڻ کري اوکي وقت لاءِ دَن ٺاهيندا آهن، جيڪا باهہ سان نہ سڙندي آهي.
❖ ڪُريون: هنداڻي جا سُڪل ٻج.

هي شهرُ بہ مانگرڙا،
جِن پيٽُ نہ تو ڀَرجي، هر چيزَ لڳي ڏَرڙا!

*

تا واتَ هلن هِتڙي،
مانگر بہ مِلَن هتڙي، ويسَر بہ پَلن هتڙي!

*

هي ٽِنڊ مٿان ٽوپي!
ڪيڏي نہ لباڙ آهي، ڪلهہ رات هنئي تو، ڀِي!

*

ڪيڏو نہ هيو ڪِيڏِي!
جو ڪالهہ مُئو ڀَچندي ڏاڙيل مُحَب شيدِي!

*

قانون بہ تون آهين،
قارون مُئو ناهي، قارُون بہ تون آهين!

*

ڇا ٿياس مٿان ٽنگجُون؟
بي موت مَرُون يارو! ڳالهيون نہ ڪيون جنگ جون؟

*

آثار چون ٿا پيا،
هو اَبَّ ٻَئِي اَيري ڇَنڊا بہ پون ٿا پيا!

*

ٿَڻُ آهہ تہ آهي ٿرُ،
ڪاراٽ ٿِيو آهي هن وقت اُتر اوڀَرُ.

*

تون ڇِپَ تہ ڪَرِ ڇَرڙِي!
تو اَپَ لڳي سارو ڪيڏِي نہ تِتَر ڪَرڙِي!

*

ملهار تہ ڪجھہ ڳايو،
هن وقت ڏڪڻُ اولهہ، آيو ڪہ اِجهو آيو.

*

تاڙا بہ تنوارن ٿا،
ڪجھہ مورَ ڪري دانھون، اي اُبِّ پُڪارن ٿا!

*

ڇا لاءِ ڪَنَھيَءَ ڪِياڙِي؟
سَچ چَئُہ تہ بري ٻَک ڪان ڇا آھہ نہ ٻُوٽاڙي؟

*

ڪجھہ خوابَ ڇُپائي رک،
ٻي راتِ بہ اچڻي آ. اُن لاءِ بَچائي رک،

*

جڻ ڪُتَ سَتائي ٿي!
اي موتَ اِئين مون کي ھي رُتِ سَتائي ٿي!

*

ھُو چَندُ مٿان ڇَڪلي،
ڪجھہ لوڪ لَڇا واريُون ڪيڏانھن پيو هَڪلي؟

*

هي ياڙ سياست جي!
ڪيڏو نہ وئي وِچڙي ڪو راڙ سياست جي!

*

جنهن وقت پڪِي ايندا،
منڇر بہ مَلهي ويندو تو ڳهَرِ بہ سڪِي ايندا!

*

هن وقت تہ ٻَر پيڙي،
ماني بہ ٻَچي تِي پَئِي ڳهر ڳهاٽ بہ آ ٻيڙِي.

*

ڪو قَٽُ سُڪو ناهي،
آ مَڏُ چُڪي باقي ڪو مَٽُ سُڪو ناهي!

*

ڇا سَچُ مَرِي ويندو؟
ڇا رڪُ وَڇِي رهندِي، هي مَڇُ ٻري ويندو؟

*

ڪيڏو نہ سَڙين وينو!
تو ڪجهہ نہ ڦٻي توڪي پر ڪهاٽ ڪهَڙين وينو!

*

ڪيڏي نہ وَڏِي آهي!
ڪيئي تہ ڪُنا اِن تي هِي آسَ- اَڏِي آهي!

*

هي ٽَنبَ ڏِسو ٽاٽَن!
آ ڍَڪُ وَڏو تِن تي جيڪا بہ وَڍِي ماٽَن!

*

سَبِ ڏارَ ڪَپيل آهن،
جنهن وقت رِڌون آيون ريبڊارَ ڪَپيل آهن.

*

هي ٻيجَ ٻنيءَ ٻاٽان!
تون آءُ وري موتِي ٻي ڳالهہ نہ مان چاٽان.

*

ڏِس سانتِ اَڪيلِي آ،
تون آءُ هلي تو لَئِہ ڪيڏي نہ حَويلِي آ!

*

اڄ ڪالهہ مکين وانگر،
انسان ڪڏهن ٿيندا آزاد پکين وانگر؟

*

◆ اڏ رات، رڳي ڪانجهي!
پيڙي تہ ٻڏءِ ٻرتي ڪجهہ وقت اَچي مانجهي!

*

❖ هي ڪامِڙيا آهن
ڪامو بہ پيا ڪوٽن، ماني بہ پيا ڪائِن.

*

چرڻ تيز چُرو آهين!
تون دوست بہ آن منهنجو، دشمن بہ ٻُرو آهين!

*

---

◆ ڪانجهي: ڏايا پترا چانور، گهٽي لوڻ وارا.
❖ ڪامڙيا: مزور.

ڪنهن وقت ستائين ٿو،
پڇتاءُ بہ پاڻ آهين جي ڪَندڙ ڪپائِين ٿو!

*

هي سُرخ سلام آهي،
ڪنهن کي تہ مُئا ڪن ٿا ڪوئي تہ مقام آهي!

*

ڇا گهندڙ رڱو ڳرجا؟
◆ تون آنهہ پروهت پَر پَربِين آتي پِرجا!

*

تو ڪانوَ تَڙي ماڙهو!
هي ماڇ چِڳي ناهي گهٽ ڪاءُ اڙي ماڙهو.

*

ڇا وَسڻ رڱو واڪو؟
تو لَڪُ وَڃي آڌو ڪيڏو تہ نہ چاڙها ڪو!!

*

---

◆ پَربِين: باشعور.

ڪَنهنجِي نہ مَڃِيندي آ،
ڏَرتِي تہ سَهي وانگر هَر وقت ڇٽيندي آ!

*

اِئن ساڙَ سَڙِي ويندين!
ڪالهس نہ تو ايندي، جنهن وقت لَڙِي ويندين.

*

ٻُڪ ۾ تہ ڪَچا ڪائِي
ڌَرتِي تہ ڪَتِي آهي، تي روز ٻَچا ڪائِي!

*

گڏ آنهہ نہ گڏڙِي ۾؟
تون دُور لڳين ڪيڏو پيو هونءَ تہ سَڏڙِي ۾!

*

گڏ آنهہ تہ گوڙِيءَ ۾؟
هي چنَ ڪِ چيروِلي آ وَقتَ- تِجوڙيءَ ۾!

*

چا موت ٻُرو آهي،
پر هيءَ حياتي خود، هڪ تپرُ ڇُرو آهي؟

*

تو وَٽِ تہ پہ ٿي مينهون!
گهر گهاٽَ ڇڏي ڪنهن لَئِہِ درياه اَندر پيهون!

*

اڄ رات اَڪيڙي ٿِي،
ڪيڏا نہ سَلا پاڙَؤن برسات اَڪيڙي ٿي!

*

ڪٿُن لُونءَ ٻَلِي لولِي!
تون ٿَجَ جيان ڪنهِنجي، ڪَنهن وقت هُئينءَ ٻولي!

*

◆ آ مُندَ نہ آمَن جِي،
توڪي تہ اچا عادت بي وقت اَڏامَن جي!

*

◆ آمَ: انب

بندوق نہ تو تاڻي،
تو جَجُ ڏئي فتوي، ڪنهن لاءِ اهو چاڻي!

*

واپارَ سُمهي پيا سَڀُ!
ڪيڏا نہ هَڏا چوسي هاتارَ سُمهي پِيا سَڀُ.

*

کهڙي نہ صَدي آهي!
واڳون نہ جِتي ڪيئِي اهڙِي بہ ندي آهي؟

*

اڳ جيئَن نہ جوکو ٿي،
هاڻي تہ هَلو سوچي، پيهار نہ دوکو ٿي!

*

تون دوست ڪِٿي؟ وِڇُون!
حيوان چڱا آهن انسان نہ آهين تون!

*

اي شمع ٻُجهي ويندينءَ!
آ رات وَڏِي، ڪيسِين تون روشنيون ڏيندينءَ؟

*

تـوڙي تــہ پُـراڻـو آ،
هِن هَنڌ وَڏا پوريل، هي شهر اباڻو آ.

*

بيڪـار وئي گولِي،
ڏوڙيو تہ ڪٿي ناهي هر هنڌ رُڳي هولِي!

*

ڪنهن لاءِ اهي قبرون؟
اخبار پراڻيءَ تي تون آنهہ رڳو خبرون!

*

انسـان جِئَين ڪُتا!
ڏِسُ ڍونڍُ ڏِسِي تِن جا، ڪئَن ڏَندَ وجي ڪُتّا!

*

کهڙو نہ شهَر آهي!
◆ آ چنڊ اُهو پيالو، جنهن منجهہ زهر آهي.

*

هي سَڙڪ سويري ۾!
اڄ وچ تہ اُداس آهي، ڪيڏي نہ اَنڌيري ۾!

*

پپيهلو بہ واچوڙو!
ڇا جِندَ ڇڏائيندو هاڻي بہ نِمي ٻوڙو؟

*

تِي پير ڏَنيي ڌرِتي،
چُپ چاپ رهان ٿو مان ۽ روزُ رَنيي ڌرتي.

*

ڇا رات اڪيلي آ!
ڪوراڙِ جيان ٻيلو، ڪوئي بہ نہ ٻيلي آ!

*

◆ سنڌيءَ ۾ شهر ۽ زهر ۾ 'هہ' متحرڪ آهي. اُنکي ساڪن ڪرڻ فضول آهي.

❖ ڇا ڳالهہ اَدلَ آهي؟
سڪرّ تہ ٺڏيرو آ يا مُندَ بدل آهي!

*

آهي نہ اڃا ٺيڙهي؟
ٿِي ساهُ ڪڍي ونُ جو اُيري بہ تہ وَڻ ويڙهِي!

*

ڪيڏانهن وَڃِين ٿِي تون؟
آ تِڪَ گهٽي اِڪتي ڇا لَئِہ نہ مَڇين ٿِي تون!

*

اي لاڙَ! ڏُکيو آهِين،
هو چَندُ، هَوا ڏاڍِي، پر تون تہ ٻَکيو آهِين!

*

بي حياءُ پاڙو آ،
آدمي ازل کان جِت موتَ جِئَن اگهاڙو آ.

*

---

❖ ادل: ادل سومرو.

وَڏ ڦٽرو پيو ٿاهي،
◆ ڪوئَلون وَريُون آهن، اَبَ اَبِ ۾ آهي.

*

جِن وَتِ سِڪَا سُنهرا،
ڪيڏي اَتاهه اونده سي چَنڊ چَنڊ چهرا!

*

هو هونءَ تہ دنيا ساريءَ ۾،
● پر جامَ جيان گلرنگ لڳو ٿي فيضَ لياريءَ ۾.

*

ويٺا چَنڊ ڪيڏن!
ڇاٽن ٿا گهيراءُ ڪيو آ تن جو لِياريءَ ڪيڏَن!

*

گهرَ گهرَ گهاٽي ۾،
ٿاٽيدار تہ ويٺو آهي، پنهنجي ٿاٽي ۾!

*

---

◆ تر ۾ ڪارن ڪڪرن کي ڪوئلون بہ چوندا آهن.

● فيض: فيض احمد فيض.

ڪيڏو دونهون آ!
هي رستو ڪيڏانهن وڃي ٿو، ڪوئي سونهون آ؟

*

هِن ويراني ۾،
ڏِس ڪيڏِي ڦَر مارِ هلي ٿِي جوئا خاني ۾؟

*

ساڳي دنيا ناهي؟
ڪو پيرو مل هوندو پر ڀي هيءَ ڪراچي آهي!

*

سيّدَ، سيّدَ تون!
ڳالهه ڪرين ٿو ايڏي ڇا لءِ، ڏيئي شد مَد تون؟

*

آءُ ڪِلفتن آءُ!
سَمنڊ جيان جو ڪارو آهي، پاڻ نہ جاڻي پاڻُ!

*

سنڌي چوريءَ ڪي،
چَڏَ ڪٽِي تون، ڏاج مليو آ ڪيڏو بوريءَ ڪي؟

*

ٻي ٻِي سي ٻُڌندين؟
روز ٻُڌين ٿو ڪُوڙيون خبرون، ڪا سَچِي ٻُڌندين؟

*

ڪيئي واتَ وَڏا!
مورِڙيا! هِڪُ مانگر ناهي، ڪَنَ ڪلاچيءَ جا!

*

ڏس ٻپر ٻَڪا ڏاڍا،
گھر آءُ رِلِي تُنهنجا اڄ ٻَپر ٻَڪا ڏاڍا.

*

ٻَؤ ٻول هليو ويندو،
هِي چندُ چِمِي ڏيئِي ٻو رول هليو ويندو!

*

پِي ڪُوهہ تَرِي تائين!
هي چَندُ بہ پِي وچ جو، آ هيٺ پَرِي تائين!

*

جي جيءُ جَذو آهي،
چو ڏيان ڏِيان ان تي، ڪيڏانهن لَڏو آهي؟

*

اڄ جَهڪَ لڳي ٿِي پِئِي،
تون نيٺ هلِي ايندينءَ مون پَڪَ لڳي ٿِي پِئِي!

*

جئن پاڻ جُهلائي ٿِي،
اڄ آهہ بسنت آيو، هِي ٻِپرِ ٻُڌائي ٿِي.

*

اڄ جيئَن نہ واڙيءَ تي!
هي رات مٿي گذري جيڪر تہ پهاڙيءَ تي!

*

آ ڪَلَّ پئِي تو ڪا!
ٿي مُند پئي گذري ۽ ڏنگَ ٿيا ڏوڪا.

*

جهولا بہ هُيا جهولا،
ڪلهہ اَنب ڪِريا ايڏا ٿي لوڪ پِريا چولا!

*

ڪلهہ راتِ پهاڙن جِي،
ٿي چندَ ڪئِي مونسان ڪا باتِ پهاڙن جي.

*

ڪيڏا نہ پڪِي آيا،
پَر پاتِ پِريئِہ جيڏي، ايڏا نہ پڪي آيا.

*

هيڪار حُبابن ڪي،
درياہ ڪِناري ڏس، ڏي باہ ڪتابن ڪي!

*

آ ٻيرِ ٻَرِي ڪيڏي!
سڀ ٻيرَ ڇڻي ويندا، تون ڏوهَ نہ ڏي ايڏي!

*

تون روڪ نہ ڪانياڻي!
۽ ڇڏ تہ پکي پيئي ٻَل نَهر منجهان پاڻي!

*

نيندينءَ ٻہ تہ تون ڇا ڇا!
درياهہ ڪٽي ويندو اي نمُ سندءِ پاڇا!

*

هي نِمُ مٿان ڪان ڪان،
ايندو ٻہ پرين ڪانگا يا ڪالهہ جيان ڪان ڪان!

*

مونکان ٻہ ڳجهون ڳالهيون!
ٿو سونُ ٻَري جِن ۾ سي ڇَندَ مُڪَيَءِ ٿالهيون!

*

ائن ڏينهن تڳن تا پيا،
تا اَنبَ ٽُڪِن طوطا، جهولا ٻہ لڳن تا پيا!

*

جئن ياٽرَ چُمِي ٽَڻَ تي،
تو ڏار چُمِي اَن کي آ چنڊُ لٽو وڻَ تي.

*

ڪِٿ رَين بسيرو آ،
اڄ رات ٽَڏِي آهي ٻيو ٻاٽَ انڌيرو آ!

*

چا هيل ٽِڙيا آهن!
جيڏانهن ٻہ هلنداسين رابيلَ ٽڙيا آهن!

*

جڻ ڍِڪَ ڍِڪيو سانوَڻ!
هوُ ڏينهَن ڏِٺي تو ۾ درياهہَ لڳا ڏانوَڻ!

*

اج سُمهہ نہ هِتي چَت تي،
تا ٻِگلَ ٻَرن ٿُنهنجا، ٿو چَندُ چمي چَت تي!

*

هي آلَ ٽيپهريءَ جا،
۽ واءُ سرءُ جي ۾ هِي پَلَ ٽيپهريءَ جا!

*

پَل کِهندَ پيا ڪَڙڪن،
تا ڪونہ مُڙن طاطا، شهتوت پيا لَڙڪن.

*

زيتونَ ٻَري ٻيڙي،
اج رنگَ شفق جي ۾ تِي ڪِئَن نہ تَري ٻيڙِي!

*

جنهن وقت گهرينءَ گهر ۾،
۽ گهوٽَ ڏِنئِہ گهوري تو سَچَ ڇڏيو دَر ۾.

*

جنهن وقت پَکا آڙو،
تو کونہ ڀُڏو مونکي ٿي آنءُ چيو 'ماڙهو'!

*

هي مِينهَن کجورين تي!
جُهڙ آهہ ٿِيو گهاٽو هِي ڏينهَن کجورين تي!

*

ها سَسُ تہ چُڄَي آ!
پو ڪيئن پَروڙي وَئِي هي نُنهَن بہ تہ لَڄّي آ!

*

هي ڪاٺ ڪُٺي ڪِيئون!
ڪئن رَنگ ڏِسِي ههڙا برداشت ڪري هِيئون!

*

ڏس رات رَمي پيئِي،
ٿارِي تہ ٿڙِي آهي، ڪا چيز ڇَمي پيئي.

*

هي سونَ وَنيون شامون!
چا سجَ پَرندو هو آڏريو تہ لڏيون لامون!

*

ڪيڏيون نہ چِتيوَن چوليُون!
اي چَنڊَ پَئي سمجهيون، توئِي تہ سَندن ٻوليون!

*

درياهہ سِتارن سان،
تو چَنڊُ وجي اَن ۾ ڪيڏانهن ڪِنارن سان؟

*

مون لاءِ فقيرن مان،
تو چنڊُ ستارن سان، سمجهو تہ اميرن مان!

*

اڄ رات سُجاول ۾،
آ چنڊ ستارن جي ڪيڏيءَ نہ ڊگهيءَ وَل ۾!

*

◆ آ رات لَڙي راڄڙَا!
❖ قادر تہ پَيو پيئي، آ بُکَ لڳِي راڄڙَا!

*

آ رات لَٿِي ساٿي،
ڪجھ نانھ صراحيءَ ۾ ڪا پِي بہ اَٿِي ساٿي!

*

ڪَن ڪانوَ پيا ’ڪان‘ ’ڪان‘،
ٿي سانجِھ سَرءُ جي آ، مان ڪجھ تہ پيو سوچيان!

*

جڙ موت هوا ۾ آ،
هي چنڊ سَرءُ جو آ، يا آگَ چِتا ۾ آ؟

*

سَبِ نِمُ ڪِٿي ٿيندِيون،
اڪثر تہ نموريون ائن بيڪار چِٽي ويندِيون!

*

---

◆ سرفراز راڄڙ.
❖ عبدالقادر جوڻيجو.

اَڄ چَنڊُ ڄِهڪو آهي،
ٿهلاءِ سندس ٻَرَ تي ڪيڏو نہ ٿِڪو آهي!

*

ڇڻ سڄَ سَمائِي آ،
اڄ شام شَفق پَنهنڄِي ڇاتِيءِ تہ ٻڌائي آ!

*

بيڪارَ اُتيا آهن!
تو چنڊ لَهي هاڻي ريڊارَ اُتيا آهن.

*

پَل چارِ حياتيءَ جا!
ڇا لاءِ پيو ڳائين هِي گيت مماتيءَ جا؟

*

اهڙا نہ اَننتن جا،
کهڙا نہ ڇڱا آهن، هي گيتَ بسنتن جا!

*

رابيل ڦُٽي آهي.
اڳ اِئن نہ سڳند اَن جي جئن هيلَ ڦٽي آهي.

*

ڇڻ ڊَيلَ اَڏامي ٿي.
ٿي واءِ اَڏامي يا رابيلَ اَڏامي ٿي؟

*

ٿي دورُ رَئِي جهومي،
آ لنب سُڪو اَن جي پيلاڻِ پَئِي جهومي.

*

هي شامَ، شَفق- لاوان
◆ آ لنب اَڇا سائو، ميدان تہ ميٽاوان.

*

مُڪڙي تي اَٽِي تِرُ يا،
ڪو مُڱَ پِيئِہ چِنبڙي، تو ڪيتَ پَئِي ڦِريا!

*

◆ نوٽ: لنب جو ٻوٽو سُڪي، پيلو لڳندو آهي.

هي تَڙَ مَٽان هيرَڻُ

ٻِي ڏُکَ ٻہ ٽِي وينو ڪا ڏيرِ مسافر چڻ!

*

ڇا لاءِ نِميُون لاٽيُون؟

آ واءُ سرءُ جي يا هُو اَٽَ ٻِچي تاٽيون؟

*

اَڌ رات، ڪجيون، نيرو،

ڇا پو ٻہ لِڪي پِيئُون آ چنڊ تہ پاسِيرو؟

*

ٽي باک ڦٽي هاٽي،

تارا ٻہ ٻڏن تا پيا، ٽي رات ڪٽي هاٽي.

*

ٽو روجُھ اَچي وِيريءَ،

ڪيڏو نہ اَجايل آ چڻ اوجهہ اَچي وِيريءَ!

*

اَڄ باک ڀَڳي هاري،
جيڪا بہ ڇِڪي پيئي، سا ڏاکَ ڀَڳي هاري.

*

هي راتِ ڪَڇهريءَ جي،
ڪيڏي نہ پئي آهي برساتِ ڪَڇهريءَ جي!

*

آ سمنڊ تہ آئينو،
◆ ڏس ڪٿن نہ ٽِبڙڪو ڏَئي ڳِڙڪائي مَڇِي ڪِينو!

*

برساتِ، اَڪيلائِي؟
ڇا لاءِ وَٽِي تِي ٻئي اڄ راتِ اَڪيلائِي!

*

هي راتِ ٽَريءَ باهيون!
آ پَنڌُ پَري ڏاڍو، ڪجهہ وقت پَٽيُون ساهِيون.

*

---

◆ ڪينو: سمنڊ جو پکي.

اي هانوَ! لَنوِي ڪنهن سان!
◆ بَرسيمَ ڪجورين ۾ ٿو لانوَ لَنوِي ڪنهن سان؟

*

ڪيڏو نہ اُيارَ آهي!
آ سمنڊ بہ پهريءَ جو ڪو آر نہ پارَ آهي!

*

هَوڏانهن نِمُون سايون،
هيڏانهن پِڙا پنهنجا سڀ ڳاڙَهہ- سَرا پايون!

*

تون آهہ اگر واندِي،
ڇا سونهن لتاڙيندينءَ؟ ڳل پوڪ نہ پيراندِي!

*

ڇڻ گَجَ پَريان پاريُون،
ٿي ڪوهہَ مٿان آيون اِئن جهونجهڪڙِي ناريُون!

*

◆ بَرسِيم: گاهہ جو اُتر ۾ ڪجورين جي وچ ۾ پوکيندا آهن.

اڄ هاءِ ڪجوڙين جُون،
اي چنڊ آڀيون پانهون تو لاءِ ڪجورين جون!

*

ڪيڏي نه ڪُٻي آهين؟
ساريون ته ويون ڪپجي جَڻ تون ته ٿُٻي آهين!

*

سارنگَ پيا سارِيون،
ڪيڏي نه اساڻ آهي، اَڄ اُڄَ جِئين آرِيون!

*

اهڙي ته بُرِي آئِي!
آ ڍيرُ تيو گهرڙو، ڪلهه رات لُرِي آئي.

*

هِي مرگهه ڇپائي ڇڏ!
رينجر به اجهي آيا، اڄ ڪَنوارِ لِڪائي ڇڏ!

*

توبا تہ هُيا ڪيئِي!
◆ ڪنهن جاءِ پَرِي جنڊو، تون راهہ رَمڻ پيئِي!

*

آ رات لَهِي آئِي،
تِي جامَ ستارن جا، مون لاءِ ڪَهِي آئِي.

*

آڪاڙ مَٿان اُپِري،
سج نِنڊَ منجهان نڪِري ٿو لاڙَ مٿان اُپِري!

*

تون آءُ تہ هِي تر آ!
ڇا لاءِ جُٽي پائين ڇَڻُ پَٽُ پَٽيهر آ!

*

جَهنڪار وجي تِي پئي،
ڪنهن پنڌ ڇڏيو ويڙهو؟ ڇا ڪنوار وجي تي پئي.

*

◆ تر ۾ جنبن ۾ دلا پري بنهي پاسن کان رکندا آهن.

آ  مُندَ  انارن  جي،
چُلڪاءِ نہ چورِي تون هي بوءِ بهارن جي!

*

ها، سَر بہ تہ ڪيئي ها!
اي چَندَ هُئين جن ۾ ساگر بہ گهٽيئي ها!

*

ٿي چَندَ ڏنو سِپنو،
ڪلهہ رات هئي چوَڏس، هو سمنڊ بہ آئينو.

*

سُهٽو تہ هُيو سپنو!
پر پوبہ پکيئڙي جو، پڃرو تہ هُيو سپنو!

*

ميندي‌ءَ رَتل هٿ ۾،
ڪيڏو نہ وَٽي پيئِي اڄ پارَ ڪَتل هٿ ۾! ◆

*

---

◆ ڪتل: ڪارڪ.

چُپ چاپ نہ هڪ پَل هو!
لهرون تہ هُيون لهرون، پَر چنب بہ چنچَل هو!

*

اڄ مِينهَن پيو آهي،
تي سانجهہ لَهي سَر تي ڪُجهہ ڏينُهن پَيو آهي.

*

تو ڏانهن ڪَهِي آيس،
اي چَنب گهنائن ۾ مان راتِ رَهِي آيس.

*

هي گهاٽَ متان گيڙُو،
تِرسول هيا هيٺان ۽ اَپٍّ متان تيڙو.

*

جَڻ پَلَّ اَڏامن تا.
آ وِيلَ تپهريءَ جي، اڄ آلَّ اَڏامن تا.

*

چا سَردُ فضا آهي!
تِي رات تِئِي پُورِي کھڙي نہ هوا آهي!

*

هي واتَ وَڇيڙن جي!
ڳنڪار ٻُڌي آهي تو هيئَن بہ ڳيرن جي؟

*

ڏِسُ، ريت تہ آ ڳاڙِهي!
جئَن سجَ لٿو تر تي، هر ڀٽ ٻڌي ساڙهي!

*

اسرارَ ڏسين ٿو تون!
◆ چَر واءُ جيان جنهن ۾ سو چارَ ڏسين ٿو تون؟

*

هي ٻِرَ ڇڏي ٽِنڊِٽيون!
جڻ ڄڄَ وَڃي ٽِي کا، ايڏيون تہ وڳيون گھنڊِٽيون!

*

◆ چار: ڪبڙ جو وڻ.

تي هيل ڏئي خوشبو،
ڪيڏي نہ عجب اڳ ڪان رابيل ڏئي خوشبو.

*

تو سڄَ لٿي راتِي!
آڪاشَ منجهان چوريءَ آندِي تہ نہ ڀوراٽي؟

*

ڀي ڪي بہ ڪَهَل ناهي،
جئن گاهہَ مٿان هَرِٽي، تو باڪَ مَهَل ناهي!

*

جنهن وقت بہ چانوِرڙو،
ءِ آپ مٿان بادل، آ سِڄَ بہ سانوِرڙو!

*

اڄ ڏينهن تہ چڙهُ ٽاندو!
آ سڄَ لٿو ٻَرٻَر، پَر پوءِ بہ پوچاندو! ◆

*

---

◆ پوچاندو: جتي پٽ جي ڀچاڙي هجي، ان جاءِ کي چئبو آهي.

بادل نہ گَڙيا آهن،
اَڄ سڄَ اَپار آهي، هيرَڻ نہ هُڙيا آهن!

*

هو ڇَار مٿان دوڏو،
❖ ڪيڏانهن ويو اُڏري، جنهن ٻار ڏنو لوڏو؟

*

◆ ڄڻ ڪوسُ پَوَڻ تي آن،
هيڪار پَري آئين ٻيهار پَوَڻ تي آن؟

*

لُوٽاتَ ائين واريءَ،
جئن سَمندُ هٽي ڇوليون! آ واٽَ اَئين واريءَ!

*

دڳُ روز اَلي ويندي،
ڪَنهن وقت سڱنڌ ايندي، ڪنهن وقت هَلي ويندي.

*

❖ دوڏو: بلڪل ڪاري رنگ وارو، ڪانو کان ننڍو پکي.

◆ پوَڻ: ڪوهہ ۾ کُپي جنهن کي ڪوس (ٻوڪو) پاڻي ڀرڻ لاءِ هيٺ لاهبو آهي.

ڏِسُ سونَ مياٽيءَ تي،
ڪيڏي نہ شفق گهِري چا رنگُ نہ پاٽيءَ تي!

*

ڪيڏو تہ نہ آڪاڙهو!
آ سِجَ تَتو سَسُئِي! ٿو دور وجي هاڙهو!

*

چا سانجهہ سُنهري آ!
پر عُمر تہ وَس ناهي هِي ناوَ اُبهري آ!

*

مَهراڻُ وَهي ٿو پيو،
تارَن تہ ڏنا ٽوپا پَهراڻُ ٿَهي ٿو پيو.

*

مانڊاڻُ اُڏيڙيو ٿِي!
اي راتِ، سندءِ جُگنوءَ پَهراڻ اُڏيڙيو ٿِي!

*

ٿي سيءُ نہ ڪارونجهر!
وَڻ واءُ سُڪايا سَبُ ڪو جيءُ نہ ڪارونجَهر!

*

چا راتَ ٻَري پيئي!
جگنو تہ پيا چمڪن بَرسات ٻَري پيئي!

*

ٻَهڪي تہ پيو مورو!
اڄ مينهن پيو ڏاڍو مَهڪي تہ پيو مورو!

*

ڪنهن مينهَن پنل وَل ۾،
دل ڪِيئَن وَئِي وِچڙي ڪلهہ راتِ سُجاوَل ۾!

*

ڪلهہ رات سُجاوَل ۾،
جئن ٻارِ ٻِڳِي ٻيڙي، تو ڏانهن ٻِڳس پَل ۾.

*

ڪلهہ سِجُ تہ رانيُوتا،
اڄ ڏينهن نَريو آهي، ڪجهہ مينهَن پِنَا جهُوتا!

*

هِي ڳالهڙِيُون هُن سان!
ماٺهو تہ نہ مِتڙائو، ڇڻ لاٿَ پيو هان مان!

*

اَڄ رات عَجَبَ آهي!
ڳجگات تيا ڪيڏا، نَئن گاڄ غضب آهي!

*

ڇا رات رَتل آهي!
رابيل تِڙي آ اِئَن ، ڇڻ مَڌَ مَتل آهي!

*

هي ڪارِ بتيون آهن،
تو لِيڙَ لڳي رَستو، ٿي چار چَتيون آهن!

*

هي راتِ اَماوَس جِي!
اَڌ راتِ اَتي ويندينءَ، تو ڳالهہ نہ وَس جي!

*

ماٺهو تہ ڪُٻا آهن!
برساتِ پئي آهي، ڪيڏا نہ ڏُٻا آهن!

*

ڇا جيءَ پيو جِهمڪي!
جي آگ اُجهامِي وئي، ڏِسُ! وِچُ پئي چِمڪي.

*

ڪَڙڪات ڪِنوَڻ جا ٻُڌ!
ڪيڏا نہ پڪي اَڏريا تڙڪاتَ تہ وَڻ جا ٻُڌ!

*

آ مُندَ نمورين جي،
ڇٽنديون ٻہ تہ ڇا ٽيندو، ڏِس ڇيڇَ تہ ڇورين جي!

*

برسات پَئي آ تَرَ،
اڄ ڪالهہ نہ ڪاريهَر جِئن رات ڪٽي تي ڪَرَ!

*

تون آءُ اَٿي سانوَڻ!
ڪر چَندَ جِيان سَرچِي پَرچاءُ اَٿي سانوَڻ!

*

هي گهنڊ مٿان پوپٽُ،
◆ جئن گهنڊ وِڳو، اَڏريو آڪاسِ ڪَيائين گهَٽُ!

*

ڪٽ راتِ پئي آهي!
هر جاءِ وُٺو سانوُڻ برساتِ پئي آهي!

*

وَڻ ٽَڻ تہ ڏٺاري وَئي،
برساتِ پئِي ايڏِي تُوهر بہ ڦلاري وَئِي!

*

ڏِس، وِڄَ ڪِلي آهي!
هي بَجَ گهٽائن جي، چڻ راتِ ٻِلي آهي!

*

---

◆ گهٽ: رستو.

سنگيت چِڙي آهي،
چڻ مُند ڦري ويئي، ٽانگر تہ ٽِڙي آهي!

*

چَوَندين تہ گلاب آهي،
ٿو آنءُ ڏسان خوشبو، مون لاءِ نقاب آهي!

*

جئُن ديدَ دَري ٻُوٽِي،
هڪ ڪارِ پئي آئِي ڪيڏانهن وَئِي گم ٿِي؟

*

رانئِي ريتيءَ رُوءِ،
هي جا پِٽُن پاڪُرين اهڙي ڪائي جُوءِ!

*

آڌيءَ راتِ اَبوءِ!
ڪيڏا تارا اَڀَّ ۾ جن کي ناهي پوءِ!

*

جهونجهڪڙي ۾ ماٺَ!
ڪنهنجا ڪنهنجا ميرا ڪَپڙا توتي ڌوبي گهاٽ؟

*

نيوفيلڊس جو ايندڙ نئون ڪتاب

## اوڙاهه (ناول)

غلام نبي مغل جو نئون ناول جيڪو تاريخ جي پس منظر ۾ لکيو ويو آهي. جڏهن سنڌين تي ظالمن جو ظلم انتها تي پهچي چڪو هو. موت سنڌين سان پاڇي وانگر هر وقت گڏ هوندو هو. ڪابه جاءِ سنڌين لاءِ محفوظ نه رهي هئي. اهڙي حالتن ۾ جڏهن سنڌين متحد تي يڪراءِ فيصلو ڪيو ته......

نيو فيلڊس جو تازو شايع ٿيل ڪتاب

## سنڌي ادب جو مختصر جائزو

(سي- ايس- ايس ۽ پي- سي- ايس جي شاگردن لاءِ)

مقابلي جي امتحان ۾ ويهندڙ اميدوارن لاءِ هڪ انمول ڪتاب. جيڪو بلڪل سليبس جي مطابق لکيو ويو آهي. سليبس ۾ ڄاڻايل 28 ڪتابن پڙهڻ جي بجاءِ (جيڪي تقريباً اڻ لڀ آهن) هڪ ئي ڪارائتو ڪتاب پڙهندا. ايم. اي سنڌي جي شاگردن لاءِ پڻ فائدي مند ڪتاب آهي. مصنف: **اڪبر لغاري**- قيمت -/55 رپيا.

شيخ اياز جا تازا شايع ٿيل ٻه نوان ڪتاب

## ڪتين ڪرَ موڙيا جڏهن (ڀاڱو I)

شيخ اياز هن ڪتاب ۾ 1200 بيت ڏنل آهن جيڪي ٽن هارٽ اٽيڪ دوران احساسن متعلق آهن ۽ 104 صفحن جو طويل مهاڳ اٿس جيڪو موت جي فلسفي تي لکيل آهي. صفحا 362- ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ٿيل- قيمت -/90 رپيا.

## ڪتين ڪرَ موڙيا جڏهن (ڀاڱو II)

شيخ اياز جي هن نئين ڪتاب ۾ 180 وايون، آزا نظمَ ۽ نظمن ڪان علاوه دنيا جي چوٽي جي 120 اديبن، شاعرن، سائنسدانن، دانشورن، فلاسافرن، مفڪرن، سياستدانن، عالمن، ليڊرن، جاين، وغيره تي نوٽس لکيل آهن. جن مان ڪجهه جا نالا هي آهن: البرٽ ڪامو، ابن رشد، ابن سينا، ارسطو، استالن، افلاطون، البيروني، امام رازي، امام غزالي، امير خسرو، اوسپينسڪي، اٿنا اخمتووا، ايمرسن، ايورسٽ، برگسان، برونو، بڪونن، بيدوون، ٻڌ، ٽالسٽاءِ، ٽرائسڪي، رابندر ناٿ ٽئگور، پيلونرودا، پشڪن، جان لاڪ، چي گيويرا، ڊارون، روسو، ريفل، سئفو، شاهه ولي الله، شوپنهار، شولو خوف، شيڪسپيئر، علامه اقبال، عمر خيام، غالب، فارابي، فيڊو، ڪارل مارڪس، ڪافڪا، ڪانٽ، ڪرٽو، گاڊون، وليم، گوئٽي، لزسٽ، لينن، مالرون آندري، مائيڪل اينجل، موزارٽ، گانڌي، نٽشي، والٽيئر، وٽگنر، هني بال، هومر، هيگل، هيمنگوي، هيوم وغيره. صفحا 394 خوبصورت ٽائيٽل. قميت -/100 رپيا.

# پل نامو

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| ١٢ | ٢٠ | ني | نه |
| ١٣ | ٧ | آهي | آهن |
| ١٣ | ٢١ | ڳاڙهين | ڳاڙهيون |
| ٣١ | ٢ | لٽوَٽ | لٽوَن |
| ٣٤ | ٦ | ڦٽي | ڦٽيءَ |
| ٣٧ | ٦ | درياهُ ته سڄو | درياه سڄو |
| ٤٣ | ٧ | تو | تون |
| ٤٩ | ٤ | سنڌوءِ | سِنڌوءَ |
| ٥٦ | ٥ | روحِ | روحُ |
| ٥٨ | | ڪاڏانهن | ڪيڏانهن |
| ٥٩ | ٣ | هٿَل | هٿَل |
| ٦١ | ٣ | ڇٻ | ڇٻ |
| ٦٦ | ٥ | ڏرتي! | ڏرتي |
| ٧٢ | ٦ | ڏاهي! | ناهي |
| ٧٤ | ١ | ڪيڏيون | ڪيڏيون |
| ٧٤ | ٢ | ٽين. | مٽن |
| ٧٧ | ٩ | ڪلاڪن | ڪلالن |
| ٧٧ | ١٠ | ڪلاڪن | ڪلالن |
| ٧٩ | ٢ | شِيام | شيام |
| ٨٤ | ٢ | ٿا ابر اچن وڄ ني | ٿا ابر اچن وڄ لڳي |
| ٨٨ | ١٠ | سوڏي | سوڏي |
| ١٣١ | ٧ | ڇٻَ | ڇٻَ |
| ١٥٨ | ١ | لٽنوِي | لٽنوي |
| ١٦٩ | ٢ | نهه | نه آ |

## نو فيلڊس جا شايع ٿيل ڪتاب

| نمبر | ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|---|
| 1. | بين الاقوامي قانون ۽ تنظيم | فيروز احمد | (ختم ٿيل) |
| 2. | جيل ۾ 22 مهينا (ڀاڱو 1) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| 3. | اڌ ملاقات (خط) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| 4. | جيل گهاريم جن سان | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| 5. | جيل ۾ 22 مهينا (ڀاڱو 2) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| 6. | زندگيءَ جو تنها مسافر (ڪهاڻيون) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| 7. | 4- مارچ ۽ سنڌي جوڌا | – | 20/- |
| 8. | بهترين ڪهاڻيڪارن جون بهترين ڪهاڻيون | – | (ختم ٿيل) |
| 9. | اونداهي ڌرتي روشن هٿ (ناول) | آغا سليم | 45/- |
| 10. | رات منهنجي روح ۾ | غلام نبي مغل | (ختم ٿيل) |
| 11. | 30 سالن جون چونڊ ڪهاڻيون (ڀاڱو 1) | – | (ختم ٿيل) |
| 12. | ٿڌا چپ (ڪهاڻيون) | ايشور چندر | (ختم ٿيل) |
| 13. | وايون وڻجارن جون (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| 14. | 30 سالن جون چونڊ ڪهاڻيون (ڀاڱو 2) | – | (ختم ٿيل) |
| 15. | بندر بازاريون (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| 16. | شڪليون (خاڪا) | عبدالقادر جوڻيجو | (ختم ٿيل) |
| 17. | يادگار ڪهاڻيون | مختلف ڪهاڻيڪار | (ختم ٿيل) |
| 18. | ٽين دنيا جون ڪهاڻيون | ولي رام ولڀ | (ختم ٿيل) |
| 19. | عظيم ڪهاڻيڪارن جون عظيم ڪهاڻيون | – | (ختم ٿيل) |
| 20. | دل اندر درياءُ (ڪهاڻيون) | مدد علي سنڌي | (ختم ٿيل) |
| 21. | دل جو بندر (ناول) | اٿورل آئيويس/ نصير اعجاز | (ختم ٿيل) |
| 22. | رهيل قرض (ڪهاڻيون) | ظفر حسن | (ختم ٿيل) |
| 23. | درد جي خوشبو (ناول) | قاضي خادم | (ختم ٿيل) |
| 24. | ڪنهن سان سور سليان | مرتب: فيروز احمد | (ختم ٿيل) |
| 25. | فڪر جي آزادي | آسٽيفن زويگ/ ابراهيم جويو | (ختم ٿيل) |
| 26. | منهنجو ساگر، منهنجو ساحل (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| 27. | غلامن جو ٻيڙو (ناول) | ايرڪ ڪارڊر/ دوست محمد ٻتي | (ختم ٿيل) |
| 28. | سي ئي جوين ڏينهن (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| 29. | عاشي (ناول) | هينري رائڊر هئگرڊ/ فضل احمد بچاڻي | (ختم ٿيل) |
| 30. | سي ٻيڙون رکين ٻاجهه سين (سفرنامو) | الطاف شيخ | 20/- |
| 31. | سڌارٿ (ناول) | هرمن هيس/ فضل احمد بچاڻي | 20/- |
| 32. | جپان رس (ڪهاڻيون) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| 33. | روح جي ڳولا (ناول) | مترجم: فضل احمد بچاڻي | (ختم ٿيل) |
| 34. | درد جا ڏينهن، درد جون راتيون | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| 35. | سانبوهو سمونڊ جو (سفرنامو) | الطاف شيخ | 50/- |
| 36. | سورج هوندي مرجهايل (ڪهاڻيون) | نجم عباسي | 30/- |
| 37. | آسيه (ناول) | هينري رائڊر هئگرڊ/ فضل احمد بچاڻي | (ختم ٿيل) |
| 38. | قلندر (ڪهاڻيون) | قرت العين حيدر/ مدد علي سنڌي | (ختم ٿيل) |
| 39. | الطاف شيخ جي نوٽبڪ تان | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| 40. | سزا جا سک | آسڪر وائلڊ/ فضل احمد بچاڻي | (ختم ٿيل) |
| 41. | بهترين سفرناما | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 42. | للڪار (ڪهاڻيون) | نجم عباسي | (ختم ٿيل) |
| 43. | ٽڪل سريت (ڪهاڻيون) | البرٽو موراويا/ وليرام ولڀ | (ختم ٿيل) |
| 44. | لنڊن تائين لفٽ (ڪهاڻيون) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| 45. | تصوير جو خون | آسڪر وائلڊ/ فضل احمد بچاڻي | (ختم ٿيل) |
| 46. | حليم شو | حليم بروهي | (ختم ٿيل) |
| 47. | ٻارن جون آکاڻيون | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| 48. | سپون | خليل جبران/ فضل احمد بچاڻي | 25/- |
| 49. | سفر يورپ جي ڊائري (سفرنامو) | قاضي عبدالمجيد عابد | (ختم ٿيل) |
| 50. | آزادي خاطر (ڪهاڻيون) | مرتب: فيروز احمد | 35/- |
| 51. | چانديءَ جون تارون (ڪهاڻيون) | ماهتاب محبوب | (ختم ٿيل) |
| 52. | مس سدا بهار چنبيلي (ناول) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| 53. | پيار ڪهاڻي (ناول) | نجم عباسي | (ختم ٿيل) |
| 54. | نيگرو عشق ۽ بغاوت | ڪرسٽوفرنڪول/ نصير اعجاز | (ختم ٿيل) |
| 55. | شرم پوتِ (ناول) | گوبند مالهي | (ختم ٿيل) |
| 56. | اڳي ايئن هياس (جلد1) | فضل احمد بچاڻي | (ختم ٿيل) |
| 57. | پرهه کان پهرين (ڪهاڻيون) | ماهتاب محبوب | (ختم ٿيل) |
| 58. | بلنديون (ناول) | نجم عباسي | (ختم ٿيل) |
| 59. | رڃ ۽ پاڇا (ناول) | موهن ڪلپنا | (ختم ٿيل) |
| 60. | مون توکي پيار ڪيو (ڪهاڻيون) | پوپٽي هيرانندڻي | (ختم ٿيل) |
| 61. | آيل ڙي اولاڻا (ڪهاڻيون) | علي بابا | (ختم ٿيل) |
| 62. | شاهه لطيف جي شاعري (جلد II) | تنوير عباسي | (ختم ٿيل) |
| 63. | آپٽي گهوٽ تہ نشا ٿيوئي (سفرنامو) | لوڪرام ڏوڊيجا | (ختم ٿيل) |
| 64. | موهن جو دڙو (ناول) | علي بابا | (ختم ٿيل) |
| 65. | ادو عبدالرحمان | امر لعل هنگوراڻي | 12/- |
| 66. | ڌرتي روشن آهي (ڪهاڻيون) | آغا سليم | 40/- |
| 67. | دارون هن ديواني جو (ڪهاڻيون) | نجم عباسي | (ختم ٿيل) |
| 68. | پيغامبر | خليل جبران/ ستار | (ختم ٿيل) |
| 69. | همہ اوست (ناول) | آغا سليم | 35/- |
| 70. | اداس واديون (ڪهاڻيون) | حميد سنڌي | (ختم ٿيل) |
| 71. | آئيني جي اڳيان | 17 ساهتڪار | 12/- |
| 72. | چنڊ چنبيليءَ ول (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| 73. | لهر لهر زندگي (ڪهاڻيون) | ماهتاب محبوب | (ختم ٿيل) |
| 74. | الون ماڻهون (ڪهاڻيون) | سراج | 25/- |
| 75. | ٻہ ننڍا ناول (ٻہ ناول) | آغا سليم | (ختم ٿيل) |
| 76. | اڳي ايئن هياس (جلد2) | فضل احمد بچاڻي | 25/- |
| 77. | رڻ تي رم جهم (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| 78. | واٽ ويندي | علي احمد بروهي | (ختم ٿيل) |
| 79. | مڪليءَ کان ملاڪا تائين (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| 80. | ڪهاڻي جو قافلو | نجم عباسي | (ختم ٿيل) |
| 81. | ساهيوال جيل جي ڊائري | شيخ اياز | 60/- |
| 82. | سنگاپور ويندي ويندي (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| 83. | چنڊ جا ٽمنائي (ڪهاڻيون) | آغا سليم | (ختم ٿيل) |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 84. | ڀڳت سنگھ کي ڦاسي | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| 85. | ست يوگوسلاويائي آکاڻيون | جڳت آڏواڻي | 10/- |
| 86. | ست ڪشميري آکاڻيون | اختر محيعدين/ ايشور چندر | 12/- |
| 87. | پن ڇڻ ۽ چنڊ (شاعري) | آغا سلم | 20/- |
| 88. | ڪوالالمپور ڪجھ ڪوه. (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| 89. | ڪپر ٿو ڪن ڪري (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| 90. | سڏن مٿي سڏڙا | علي احمد بروهي | (ختم ٿيل) |
| 91. | گانڌي | لوئي فشر/ نجم عباسي | (ختم ٿيل) |
| 92. | ڀڳل ڪنيڙائيون | خليل جبران/ عبدالله الفائز | 25/- |
| 93. | ماسٽر هريام جو بئنڪاڪ وڃڻ... | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| 94. | ڪي جو ڀيجل ٻوليو (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| 95. | سرهي سرهي سار (سفرنامو) | ماهتاب محبوب | (ختم ٿيل) |
| 96. | خط، انٽرويو ۽ تقريرون (ڀاڱو I) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| 97. | دنگيءِ منجھ درياھ (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| 98. | ڏيٺا تيل ڦليل جا | علي احمد بروهي | 45/- |
| 99. | راج- گهاٽ تي چنڊ (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| 100. | موتي جي مهراڻ جا | مرتب: فيروز احمد | (ختم ٿيل) |
| 101. | تلاش (ناول) | نجم عباسي | (ختم ٿيل) |
| 102. | لڙيو سج لڪن ۾ (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| 103. | ڏاهي جهرڪي ۽ ٻيون آکاڻيون | الطاف شخ | (ختم ٿيل) |
| 104. | مرڻ مون سين آھ (ناول) | سراج | 60/- |
| 105. | پڙاڏو سوئي سڏ (ناول) | سراج | 50/- |
| 106. | رات وچ ۾ (ناول) | بريٽ هيليڊي/ فضل احمد بچاڻي | 20/- |
| 107. | ٻڙ جي ڇانوَ اڳي کان گھاٽي (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| 108. | اک سور (ناول) | رابندر ناٿ ٽئگور | 50/- |
| 109. | جت جر وهي ٿو جال (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| 110. | رلي ڪوٽ جو خزانو (ڪهاڻيون) | امر جليل | 40/- |
| 111. | ماستريائي (ناول) | مترجم: نجم عباسي | (ختم ٿيل) |
| 112. | آڪن نيرا ڦليا (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| 113. | منهنجي دنيا، هيڪل وياڪل (ناول) | سراج | 25/- |
| 114. | رڻ ۽ رڃ جو اتهاس (ڪهاڻيون) | نورالهدیٰ شاهه | (ختم ٿيل) |
| 115. | انقلابي ماءُ (سوانح حيات) | مترجم: آزاد قاضي | (ختم ٿيل) |
| 116. | ڪراچيءِ جا ڏينهن ۽ راتيون | شيخ اياز | 55/- |
| 117. | جلاوطن (ڪهاڻيون) | نورالهدیٰ شاهه | 50/- |
| 118. | جڏهن مان نہ هوندس (ڪهاڻيون) | امر جليل | 50/- |
| 119. | پونر پري آڪاس (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| 120. | راهون چنڊ ستارا (سفرنامو) | ماهتاب محبوب | 60/- |
| 121. | يادين جي اندلٺ | الطاف شيخ | 50/- |
| 122. | جهڙ نيڻان نہ لهي (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| 123. | وقت وٿيون وڇوٽيون (ناول) | ڪلا پرڪاش | 20/- |
| 124. | شاھ لطيف جي شاعري (جلد I, II ۽ III) | تنوير عباسي | (ختم ٿيل) |
| 125. | تنهنجي دنيا، سڀ رنگ سانول (ناول) | سراج | (ختم ٿيل) |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 126. | وڄون وسڻ آئيون (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| 127. | ونڊ سر محل جو مسافر (سفرنامو) | عبدالجبار جوڻيجو | 20/- |
| 128. | ڳالهيون آهن ڳچ (سفرنامو) | الطاف شيخ | 55/- |
| 129. | روس جو سير (سفرنامو) | جواهر لال نهرو | 30/- |
| 130. | پنهل ڪان پوءِ جڳ مڙيوئي سپنو | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| 131. | منهن تنين مشعل (خاڪا) | تنوير عباسي | 30/- |
| 132. | فرينچ انقلاب | مترجم: محمد ابراهيم جويو | 80/- |
| 133. | علم تحقيق | ڊاڪٽر الهداد بوهيو | 70/- |
| 134. | اڻين ڪتا (ڪهاڻيون) | موهن ڪلپنا | 30/- |
| 135. | اُڀر چنڊ پس پرين (شاعري) | شيخ اياز | 80/- |
| 136. | منهنجي دنيا مرگهه ترشنا (ناول) | سراج | (ختم ٿيل) |
| 137. | اي جرني ٽو ٿائلنڊ (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| 138. | پتڻ تو پور ڪري (شاعري) | شيخ اياز | 50/- |
| 139. | مٺي مراد (ڪهاڻيون) | ماهتاب محبوب | 33/- |
| 140. | منهنجو ڏس آسمان ڪان پڇو (ڪهاڻيون) | امر جليل | 40/- |
| 141. | دنيا پنهنجي ديس پرايا (سفرنامو) | اياز لطيف پليجو | 30/- |
| 142. | سوزيءَ سان پيار | الطاف شيخ | 60/- |
| 143. | هينئڙو ڏاڙهونءَ گل جئن (شاعري) | شيخ اياز | 60/- |
| 144. | خطَ، انٽرويو، تقريرون (ڀاڱو II) | شيخ اياز | 60/- |
| 145. | ڪوٽ لکپت جو قيدي | رسول بخش پليجو | 130/- |
| 146. | لنڊن تنهنجا ڪيڏا روپ (سفرنامو) | طارق عالم ابڙو | 80/- |
| 147. | سنڌو منهنجي ساهه ۾ | امر جليل | 80/- |
| 148. | ٽڪرا ٽنل صليب جا ۽ واتون ڦلن ڇانئيون | شيخ اياز | 60/- |
| 149. | ڪربلا (ڪهاڻيون) | نورالهديٰ شاهه | 65/- |
| 150. | تاريخ جو ڪفن (ڪهاڻيون) | امر جليل | 60/- |
| 151. | رهجي ويل منظر (ناول) | طارق عالم ابڙو | 50/- |
| 152. | پسي ڳاڙها گل (ڪهاڻيون) | رسول بخش پليجو | 45/- |
| 153. | دل جي دنيا (ڪهاڻيون) | امر جليل | 45/- |
| 154. | الوداعي گيت (شاعري) | شيخ اياز | 40/- |
| 155. | خبرون ڪيڏانهن جون (سفرنامو) | الطاف شيخ | 50/- |
| 156. | پاپ ۽ پيڙا (ناول) | ڊوستو وسڪي/ رشيد ڀٽي | 50/- |
| 157. | ڪَتين ڪَر موڙيا جڏهن- I (شاعري) | شيخ اياز | 90/- |
| 158. | ورهاڱي جو ورجاءُ | ماهتاب محبوب | 45/- |
| 159. | مٺ مٺ موتين جي | محمد ابراهيم جويو | 85/- |
| 160. | قيدياڻيءَ جون اکيون ۽ چنڊ | نورالهديٰ شاهه | 55/- |
| 161. | اوهريا جي عميق ڏي (سفرنامو) | الطاف شيخ | 50/- |
| 162. | وهڻ مون نه وڙاءُ | رسول بخش پليجو | 55/- |
| 163. | سنڌي ادب جو مختصر جائزو | اڪبر لغاري | 55/- |
| 164. | ڪَتين ڪَر موڙيا جڏهن- II (شاعري) | شيخ اياز | 100/- |

گهرائڻ لاءِ لکندا: نيو فيلڊس پبليڪيشنس
فون نمبر: 610108 ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

# پَڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگھجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجھَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُوڙو آهـي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڀِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿا. بِيـن لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Club Exclusive نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِـڪَٻِـئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي -non commercial رهنـدا. پَـنَ پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مـالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪـوشش نہ ڪـئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جـو ٿينـدو. اِهـو ڪـم ڪـرڻ وارن مـان جيـڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَـنَ سان اُن جو ڪـو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سپني کي بَمن، گولين ۽ باروَدَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪائڻ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)